# ننڊ سپنا جاڳ سپنا

[شاعري]



## عرفان قادري

# تہ سپنا جاڳ سپنا

[شاعري]

## عرفان قادري



ڪويتا پبليڪيشن
حيدرآباد- 2017ع

ڪويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر_128

ڪتاب جو نالو: **ننڊ سپنا جاڳ سپنا**

موضوع: شاعري

شاعر: © عرفان قادري

ڇاپو: پهريون

سال: 2017ع

ٽائيٽل ڊزائيننگ: اي آر. آزاد

ڪمپوزنگ: روهن مڪواڻو

ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9_ربي چيمبر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ. فون: 2728541

ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد، سنڌ

قيمت: 200 روپيا

اسٽاڪسٽ:

**حيدرآباد:** ڪويتا بُڪ شاپ، ذوالفقار بُڪ ڊپو لياقت پنهور بُڪ اسٽال، سنڌيڪا بُڪ هائوس، نڪشن هائوس، سنڌي ادبي بورڊ بُڪ اسٽال،
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بُڪ اسٽال، فرينڊس بُڪ پوائنٽ، ڊفينس پلازه، ڪاشف بُڪ ڊپو حيدرچوڪ، ڪنگ پن بُڪ شاپ_ پريس ڪلب
**ڪراچي:** ايس. اي بُوڪ ڪارنر (اردو بازار)، رائل بُڪ هائوس، توڪل اڪيڊمي اردو بازار، ثقافت ڪاتو بُڪ شاپ،
سنڌ ڪتاب گهر، اردو بازار **نوابشاهه:** سليمان برادرز بُڪ اسٽال، مسجد روڊ (03123637001)
**عمرڪوٽ:** العزيز بُڪ ڊيپو ٿر ڪتاب گهر، **ڪپرو:** مهراڻ ڪتاب گهر 0235879713، **ڀٽ شاهه:** شاهه لطيف بوڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه
**سکر:** عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي، ماءِ پبليڪيشن بُڪ اسٽال، **شڪارپور:** گل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
**خيرپورميرس:** تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بُڪ اسٽال، **ميرپور ماٿيلو:** هائوس آف ناولٽي،
**لاڙڪاڻو:** رابيل ڪتاب گهر **ميهڙ:** ساحر ڪتاب گهر (ڪوندي) 03468948535، **دادو:** ممتاز بُڪ ڊيپو
**سانگهڙ:** المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، **بدين:** مرچو مل بُڪ ڊيپو محمد هاشر بُڪ اسٽال_ پريس ڪلب
**مٺي:** ٿر ڪتاب گهر، **سجاول:** سنڌ ڪتاب گهر، **ڏگهڙي:** اڪرام بُڪ ڊپو (03442930628)
**اسلام آباد:** سعيد بُڪ بئنڪ.

**ISBN: 978-969-9329-76-0**

# NIND SAPNA JAAG SAPNA

**[Poetry]**

*By © Irfan Kadri*

Edition: First
Year: 2017
Title designed by A. R. Azad
Printed by: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad.
Published by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
Court Road, Hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
Tel: +92 22-2728541
**www.kavitapublications.com**
email: mlmintel@yahoo.com
Price: Rs. 200-00

# ارپنا

مرحوم بابا سائين، مرحومہ امڙ سائنڻ

پنهنجي ٻارن

تراب، اذان، تسبيح، دعا

۽

ڏکن ۾ سکن جي ساٿياڻي

’شفنا‘

نالي

## سِٽاءُ

# اداري پاران

سنڌي ٻوليءَ جي خوبصورت شاعر ۽ نثرنويس عزيز گوپانگ پنهنجن لفظن ۾ لکيو آهي تہ:

”شاعر هجر اهڙي لقاءَ جو نالو آهي، جڏهن وصل اکين ۾ لهندو آهي ۽ ٽڪيا دِل مٿان وڇائجندا آهن. ماٺهو سڙندو ٻاهر ڪان آهي ۽ دونهون دل مان اُٿندو آهي، اوندهہ ماحول ۾ ڦهلجندي آهي ۽ ڏيئا اندر ۾ ٻرندا آهن.“

اهڙي ئي قسم جي ڪيفيت پياري عرفان قادريءَ جي شاعري ۾ محسوس ٿئي ٿي. هن جي شاعريءَ ۾ حساس پٽي جو عمل گهٽو آهي. هُن جي مزاج ۾ ڏاڍي گهرائي آهي، جيڪا پنهنجي شاعريءَ جي ويس ۾ پڌري ٿي آهي.

اميد ڪجي ٿي تہ ”ننڊ سپنا جاڳ سپنا“ ۾ عرفان قادريءَ جي ٿهيءَ جي شاعرن ۾ پنهنجو نالو اڳئين صف ۾ ظاهر ٿيندو ۽ هُن کي ماناٽي مڃتا ملندي

موهن مدهوش

# مهاڳ

شاعريءَ بابت انگريز نقاد ميٿيُو آرنلڊ جو چوڻ آهي تہ اها زندگيءَ تي تنقيد هئڻ گهرجي ۽ اها تنقيد شعري سچ ۽ شعري خوبصورتيءَ جي دائري اندر هئڻ گهرجي. ٻين لفظن ۾ شعري سچ ئي شاعريءَ جي تَتَ جي خاصيت هئڻ گهرجي.

شاعري نہ رڳو شاعر جي Catharsis جو ذريعو ٿئي ٿي پر اُها پڙهندڙ جي جذباتي صفائيءَ جو پڻ ذريعو ٿئي ٿي. "ڏک ۽ رحم" محسوس ڪرڻ ڪانپوءِ انسان جو روئڻ ۽ ان روئڻ ڪانپوءِ بهتر محسوس ڪرڻ ئي اصل ۾ جذباتي صفائي يا Catharsis آهي. اسين اڄ بہ Catharsis جي ارسطو پاران ڪيل تشريح کي مڃيون ٿا جنهن وٽ اها هڪ انتها درجي جي جذباتي وارتا يا تجربو آهي.

عرفان قادريءَ کي آئون هڪ حساس، راست باز قابل ۽ سچار انسان طور گذريل 25 سالن کان سڃاڻان ٿو. هُو منهنجو همعصر شاعر ۽

ليڪ پڻ آهي. عرفان جي شاعري سندس روزاني ڊائريءَ جا ورق آهن. ورقن تي درج وارتائن جا الڳ الڳ پسمنظر آهن. پڙهندڙ ڪي ان ۾ زندگيءَ تي تنقيد به نظر ايندي ته ڪيس Catharsis به ملندو. عرفان جي شاعريءَ ۾ خود ڪلامي به آهي.

شاعري پڙهندڙ وٽ، پنهنجو مقام پاڻ ناهيندي آهي ۽ هر پڙهندڙ تخليق کي پنهنجي پنهنجي جڳهه تي ۽ پنهنجي پنهنجي نقطئہ نظر سان Receive ڪندو آهي، ان ڪري ڪا به تخليق هر پڙهندڙ وٽ هڪجهڙو مقام نہ ناهيندي آهي.

عرفان قادريءَ جو تعلق اُن نسل سان آهي جنهن کي اسين ”پوسٽ ايم آرڊي (1983) جنريشن“ سڏيندا آهيون. اهو نسل ”مردِ مُوذي ۽ مردِ مُنافق“ جنرل ضياءالحق جي ظُلم ۽ جبر، گُهٽ ۽ ٻُوسٽ واري آمريت دوران جسماني ۽ شعوري طور بالغ ٿيو ۽ 1983ع ۾ جنرل ضياءالحق جي آمريت خلاف ”جمهوريت جي بحاليءَ جي تحريڪ“ جنهن جو مرڪز سنڌ هئي جو عيني گواهه پڻ بڻيو. 1980ع جي ڏهاڪي ۾ ”مردِ مؤذي ۽ مردِ مُنافق“ جي ٿي دور ۾ ڪاهي ڏُر جي سياسي اڳواڻ نذير عباسيءَ جي فوجي تحويل ۾ شهادت، توڙهي ڦاٽڪ سانحي ۾ سڪيورٽي فورسز هٿان اڌ درجن سنڌي شاگردن جي شهادت، شاهنواز ڀُٽي جي شهادت، نسل پرست دهشتگرد تنظيم مهاجر قومي موومينٽ جو قيام، پنجابي پختون اتحاد جو قيام، مهاجر پنجابي پٺاڻ نسلي فساد، ايم ڪيو ايم هٿان ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ سنڌي آفيسرن، شاگردن ۽ عام ماڻهن جو روزاني جي بنياد تي قتل، جناب جي ايم سيد جي دائمي نظربندي، بيگم نصرت ڀُٽو ۽ بينظير ڀُٽو جون نظربنديون ۽ جلاوطني ۽ مرتضيٰ ڀُٽو جي سربراهيءَ ۾ ”الذوالفقار“ تنظيم جون جنرل ضياء جي فوجي حڪومت خلاف مسلح ڪارروايون ۽ فوجي حڪومت پاران پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ الذوالفقار جي ميمبرن کي ڦاهيون، افغان ”جهاد“ ۽ ان جي نتيجي ۾ پاڪستان ۾ افغان پناهگيرن جي لکن جي تعداد ۾ آمد، ڪلاشنڪوف جي تعليمي ادارن ۾ آمد، هيروئن جي نشہ آور وکر طور واپار جي آغاز،

شاگرد يونين ۽ سياسي سرگرمين تي پابندي، سياستدانن، ليڪڪن ۽ صحافين کي قيد توڙي ڦٽڪن جي سزائن ۽ پوري ملڪ ۾ مدرسن جي کُنيين وانگر ڦُٽي اچڻ جهڙا ناڪاري عمل ٿيا.

ان دور جي شاعري خاص طور تي مزاحمتي شاعريءَ کي درست پيرائي ۾ سمجهڻ لاءَ "مردِ مُوذي ۽ مردِ مُنافق" جنرل ضياءالحق جي بدترين آمريتي دورکي پيشِ نظررکڻ لازمي آهي.

عرفان قادري، آمريت کي چيلينج ڪري ٿو ۽ سرڪشيءَ جو اعلان ڪري ٿو.

سنڌ منهنجي ماتا
گولين سان مُور نہ ڇڄندا
توسان اهڙا ناتا.

...

ڏين ٿو درسِ بغاوت
هيٺن جي تون ڪرين ٿو حمايت

...

توڙي بيٺو بندوقون تاڻي
پير نہ پٺتي، اڳتي هاڻي.

...

ويل نہ پُٺتي تون ڪا ويجان،
ڌرتيءَ تان سِر گهوري ڇڏجان.

...

17هين آگسٽ 1988ع تي پاڪستان مٿان جنرل ضياءالحق جي نحوست جو بدترين پاڇو تڏهن لٿو جڏهن سندس جهاز بهاولپور پرسان بستي ڪمال وٽ ڪري تباهہ ٿي ويو ۽ ملبو ڪيترائي ڪلاڪ باهہ ۾ سڙندو رهيو. اهو ڏينهن سنڌ جي نوجوانن "يومِ نجات" ڪري ملهايو هو.

عرفان قاديءَ تڏهن نظم "آمر جي موت تي" لکي ٿو:

ڪاش تون ڏسي سگھين ها
منھنجا پير اڄ بہ
پنھنجي ڌرتيءَ تي، ڪُتل آھن
پر تنھنجي
غليظ جسم کي
ڌرتيءَ بہ نہ قبُوليو.

_

عرفان قادريءَ جي شاعريءَ ۾ ”تو بِن“، ”تو سِوا“ ۽ ”وڇوڙي“ جو ورجاءُ ملي ٿو.

ورھين جو عذاب
سھڻو پوندو
توکان سواءِ
جيئڻو پوندو.

_

زندگي تو سوا
بنا قرآن جي ڪو رحل.

_

ھر سپني ۾ مون ڏٺو ھو
ھر پل توکي پاڻ سان گڏ...
.... تعبيرن ۾ پر،
مليا وڇوڙا.

_

ھر حساس انسان ۽ ھر شاعر مختلف وقتن تي مختلف ۽ متضاد ڪيفيتن مان گذري ٿو.

جيئڻ ڏاڍو
اھنجو سائين.

_

ڪين ڪپي حيات
اچي موت
ملي نجات.

—

زندگي جڻ گهايل هرڻي
ڊوڙي، تي آهي هاڻي ساڻي.

—

زندگي باک آ
موت رات آ.

—

عرفان ان ديس جو واسي آهي سندس بقول جتان جي "پوپٽن جي پرن تي باغي شاعرن جا گيت لکيل آهن". ان ئي ديس ۾ هوُ سماجي اڻبرابريءَ تي ڏُڪارو بہ ٿئي ٿو:

عشرت جو سامان پسان ٿو
بکايل هاريءَ جو ٻار ڏسان ٿو

—

کيس ٻهروپ ۽ منافقت کان نفرت آهي:

چهرن پٺيان ٻيا چهرا
مڪر ۽ رياڪاري

—

"المنظر" ڄامشوري تي عرفان جنهن اپسرا سان رهاڻ ڪري ٿو ۽ جنهن لاءِ هو "ڪتيل بازي هر وار هارائي ٿو" ان کي ڏاڍي خوبصورتيءَ سان ساراهي ٿو:

اندلث آهي يا صنم!

—

هُن جو سراپو ڀِتائيءَ جي وائي

_

تنهنجون اکيون
ديولِ، پگوڊا، مسجد، مندر.

_

ان ئي اپسرا جون ڳالهيون ۽ ادائون ڪيس "منجهيل سُٽ" لڳن ٿيون:

تنهنجون ڳالهيون
تنهنجون ادائون
او جانب
جيئن
مُنجهيل سُٽ.

ٻہ انسان جڏهن ساڳي فريڪوئينسيءَ تي نہ هجن تہ اهي هڪٻئي کي پنهنجو نقطہ نظر سمجهائي نہ سگهندا آهن.

_

عرفان قادريءَ جي شاعريءَ کي پنهنجو لهجو ۽ پنهنجو رِدم آهي.

من منهنجو
ٿر واريا سو
جنهن ۾ ڪائي
ڍيل ٿلي تي
مور نَچي ٿو
لُڙڪ لاڙي مانڊ ڪري ٿو.

_

امنِ عالم، سنڌ جي خواهش ۽ سنڌ جو پيغام رهيو آهي. تاريخي طور تي اسان هٿيارن جا واپاري نہ رهيا آهيون پر ڪاڏ خوراڪ ۽ ڪپڙو برآمد ڪندا رهيا آهيون.

اهڙو دور ڪڏهن ايندو
جڏهن
بندوق جي ناليءَ تي
زنگ چڙهندو.

–

عرفان جو نظم ”فسادي“ مختصر ضرور آهي پر اهو نظم سنڌ جي هڪ حساس دل جي ڪاوڙ ۽ بي وسيءَ گاڏڙ چيخ آهي:

اڻ ڏٺل جنت لاءِ
هنن
منهنجي جنت کا سهڻي
ڌرتيءَ کي
جهنم بڻائي ڇڏيو آهي.

سنڌ هر قسم جي انتهاپسنديءَ کي رد ڪري ٿي. تخليقڪار معاشرن جو ضمير بہ ٿيندا آهن تہ آئينو بہ. اسانجو ڪوبہ تخليقڪار پنهنجي خمير ۽ ضمير کي رد ڪري نٿو سگهي. اُهي فرد ۽ قوتون جن انتهاپسنديءَ ۽ سماجي ناانصافيءَ سميت هر قسم جا عفريت اسان تي مسلط ڪري رکيا آهن ۽ هزارين انسانن جي قتلن لاءِ سڌي توڙي اڻ سڌيءَ ريت ذميوار آهن، هڪ نہ هڪ ڏينهن ”انسانيت خلاف ڏوهن“ جي ڪيسن ۾ عالمي ادارن جي ڪٽهڙن ۾ بيٺل هوندا.

ارشاد ڪاظمي

26 ـ اپريل 2017ع
ڪراچي.

# عرفان، احساس جو شاعر آهي

1990ع ڌاري، جڏهن ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ سنڌين کي ڳولي ڳولي مارڻ جو رواج پنهنجي عروج تي هو تڏهن سنڌ جي شاعرن، معصوم شهيدن کي پنهنجي گيتن جا هار آڇيا پئي، اُهي سال ئي عرفان قادري جي شعوري جنم جا سال هئا، اُنهن ئي ڏينهن دوران عرفان بابت هي سٽون لکيون هيون:

[مان هيرآباد کي ٻن حوالن سان سڃاڻان، هڪ تڏڙي هير جي حوالي سان ۽ ٻيو عرفان جي حوالي سان. هيرآباد جون پراڻيون جايون ۽ عرفان جا نڪور نظم هڪ پرپور احتجاج طور منهنجي سامهون اڀري ايندا آهن. سندس نظمن ۾ ٻه ڳالهيون نمايان آهن، هڪ ڌرتيءَ سان پيار ۽ ٻيو ڏٺل اڻ ڏٺل آدرشن جي ڳولا. ڌرتيءَ سان پيار فطري جذبو آهي، جيڪو مظلوم قومن جي هر بيماري جو علاج آهي ۽ آدرشن جي ڳولا عرفان جو حق. هي نوجوان شاعر هيرآباد جي رستن تي ائين هلندو آهي جيئن صدين کان قيد شهزادو ڪنهن طلسم ڪدي ۾ پنهنجو وڃايل گهر ڳوليندو هجي، سُتل قوم جو هي شاعر هيرآباد. حيدرآباد ۾ جوان ٿيو. هن ديس جي اڻ ڳڻ نوجوانن وانگر سندس خوابن ۽ آدرشن جو انت ڪا بہ اجنبي گولي آهي، اها ڳاله هُو چڱي طرح سمجهي ٿو اهوئي سبب آهي جو سندس جوانيءَ جي در تي سُکن بجاءِ ڏُکن دستڪ ڏني آهي. هيرآباد جون اُداس هوائون ۽ عرفان جا احتجاج سان هٿياربند شعر هڪ سوال بڻجي اسانجي آڏو ايرن ٿا ۽

اسان خاموش آهيون. عرفان شعر کان علاوه نثر جي ڪيتر ۾ پڻ پاڻ ملهايو آهي ابن منظور جي نالي سان اخبار ۾ چپيل سندس ڪالم، مضمون ۽ ڪهاڻي عرفان جي ذهني پختگيءَ جو نوس ثبوت آهن. مونکي يقين آهي جڏهن سارا چپ سبجي ويندا، لڙڪ جگنو بڻجي اُفق جي ڏي اُڏري ويندا، پيار سنگسار ٿيندو ۽ آزادي سرِ بازار ٽانڊين تي ٽمڪائي ويندي، تڏهن اوٽويهين ۽ ويهين صدي جو هي شاعر ڪارونجهر جي ڪور مان ڇيتي جي چنگهاڙ بڻجي زندگيءَ کي معنيٰ بخشيندو.]

عبرت ميگزين 15.04.1990

۽ اڄ جڏهن، ذري گهٽ ٽن ڏهاڪن کانپوءِ عرفان جي ڪتاب واسطي ڪُجهه لکڻ لاءِ ويٺو آهيان ته ماضي ڪنهن ياد رهجي ويل خواب جيان ذهن جي ڦرهي مٿان تري آيو آهي.

ڪجهه گُل چمن ۾ ڦٽندا آهن ته ڪجهه گُل وري صحرا ۾ ٽڙندا آهن، خوشبو ٻنهي کي هوندي آهي، فرق فقط اِهو هوندو آهي ته ڪي گُل چمن کي هُڳاءُ بخشيندا آهن ته ڪي وري صحرا جو دامن معطر رکندا آهن. گل ٻيئي هوندا آهن رنگ ٻنهي کي هوندا آهن، خوشبو ٻنهي کي هوندي آهي. عرفان قادري ادب جي ڦلواڙيءَ ۾ ڦٽندڙ اُهو گُل آهي، جيڪو ٽڙيو ته صحرا ۾ مگر پنهنجي خوشبو خيال جي چمن تائين ڪڻي آيو.

1980 جو سال هئو جڏهن اسان سانگهڙ کان لڏو ڪڻي هيرآباد، حيدرآباد جي هڪ پاڙي "ميرن جا قبا" ۾ اچي رهياسين، اسانجو والد محترم ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ، انهن ڏينهن ۾ جيڪب آباد کان بدلي ٿي، بطور ڊسٽرڪٽ ايڊيوڪيشن آفيسر، حيدرآباد جي چارج سنڀالي ۽ اچي هِتي رهيو هو سُني تعليم جي بهاني هو اسان کي سانگهڙ کان حيدرآباد ڏانهن وٺي آيو. سانگهڙ ڇڏڻ وقت اسان اُئن وانگر ايئن رڙيا هئاسين، جيئن اهي جهوڪ ڇڏڻ وقت رڙندا آهن، مگر قضا اسان کان تاري نه ٿي ۽ اسان حيدرآباد ۾ اچي رهياسين.

هيرآباد ۾ اسان جا پاڙيسري پُٺا، شيخ، سومرا، راجڙ ۽ قادري هئا، قادرين جا گهر ته اسانجي گهٽيءَ ۾، اسانجي گهر جي سامهون هُئا. سندن وڏا گهڻا ٽڻا پوليس آفيسر هئا، انهن ۾ عرفان جو وڏو ڀاءُ ادا احتشام قادري

بہ شامل هئو. هو هئو تہ هڪ پوليس آفيسر پر پنهنجي سِرشت ۾ هڪ
سلڇڻو ۽ سهڻي سياءُ جو مالڪ هو. سندس ڪردار ۾ پاڙي جي پروڙ واري
خاصيت سبب اسان جي والد صاحب جو ساڻس پائپيءَ وارو رشتو جُڙيو
جيڪو سندس شهادت تائين قائم رهيو (ادا احتشام ڪونڙي جو
ڊي ايس. پي هجڻ دوران سيوهڻ ويجهو آمري لڳ ڌاڙيلن جي هٿان شهيد
ٿي ويو).

انهيءَ سموري عرصي دوران، گهر کان نڪرندي يا گهر ڏانهن
ايندي رستي تي عرفان سان ملاقات ٿيندي هئي، پر اسان جي اها ملاقات
دعا سلام کان اڳتي نہ پئہ وڌي. انهيءَ جو سبب، اڄ جڏهن سوچيان ٿو تہ
اهو نرگسيت کان علاوه ٻيو ڪو بہ نہ پئي ٿي سگهيو. اسان ٻنهيءَ ۾ خود
پسندي شايد ضرورت کان وڌيڪ هئي جنهن اسان کي هڪٻئي جي
ويجهو اچڻ نہ پئي ڏنو.

هير آباد ۾ اسان سالن جا سال رهياسين. اِنهيءَ ڊگهي عرصي ۾
اسان جي گهرائپ تہ ڪانہ جُڙي سگهي پر ايترو ضرور ٿيو جو ٻنهي جي
دلين ۾ هڪٻئي لاءِ احترام وارو احساس جُڙي جوان ٿيو ۽ اسان دعا سلام
کان آهستي آهستي هڪٻئي جي سڃڻ هئڻ وارو سفر طئہ ڪيو جنهن
جي آخري منزل وري بہ دوستي ئي هُئي.

بعد ۾ اسان هير آباد ڇڏي قاسم آباد اچي رهياسين. انهي سموري
عرصي دوران ڪڏهن ڪڏهن ساڻس ملاقات ٿيندي رهي، مختصر
ملاقاتن ۾ گهڻو حال احوال ڪري ونندا هئاسين. مان ڪاڻس سدائين
شاعري بابت معلوم ڪندو هيس ۽ هر موٽ ۾ وراڻيندو هو تہ ”مڙوئي
ٺئي پئي“.

مونکي گهڻو اڳ معلوم ٿيو هو تہ عرفان، شاعري پڻ ڪندو آهي،
سنڌي ٻوليءَ جي سيبتي ڪماڻيڪار ۽ منهنجي ويجهي دوست ڊاڪٽر
منظور قادر سان پڻ منهنجي پهريون پيرو ملاقات عرفان ئي ڪرائي هُئي،
شاعر ارشاد ڪاظمي سان پڻ سندس وسيلي ئي ملاقات ٿي هُئي، لبيا
هوٽل هير آباد جي سامهون ڪيفي عظيم (جيڪو هاڻ نہ رهيو آهي) تي

ساڻن ٿيل ملاقاتون، مون کي اڄ بہ نئيي هونديي ياد ڪيل بيتن وانگر ازبر آهن. اُنهن ملاقاتن ۾ اسان شعرن تي گهٽ، شاعرن تي وڌيڪ ڳالهائيندا هُئاسين. منظور قادر ۽ مان شعر ٻڌائڻ ۾ حجاب يا تڪلف ڪو نہ ڪندا هُئاسين مگر عرفان کان شعر ٻُڌڻ ايئن هوندو هئو ڄڻ ڪاڻنس سندس محبوب جو نالو پڇندا هجون. هو اصل کان لڄائتو ۽ حجاب وارو انسان رهيو آهي. هن زندگيءَ ۾ لکيو بہ گهٽ آهي، ڳالهايو بہ گهٽ آهي ۽ يقيناً کاڌو بہ گهٽ ئي آهي، جو سندس آڪار بہ اِها گواهي ڏيندو. هن بدن تي ماس بہ چڙهڻ نہ ڏنو ۽ دل ۾ نفرت کي بہ جاءِ نہ ڏني، سندس اهي ڳڻ ئي هئا، جن اسان ٻنهيءَ کي ظاهري طور پري رهندي بہ گڏ رکيو.

اڄ عرفان قادريءَ سان منهنجي واقفيت، پوءِ دعا سلام ۽ هاڻي دوستيءَ کي ذري گهٽ ٽيهہ سال اچي ٿيا آهن. هو ميڊيڪل جي شاگرد مان سينيئر ڊاڪٽر ۽ مان استاد مان پينشنر اچي ٿيو آهيان. اسان جا وڏا، هڪ هڪ ٿي اسان کان ايئن جدا ٿيندا رهيا جيئن پن ڇڻ ۾ پن ٽاريءَ کان ڇڄندا، جدا ٿيندا رهندا آهن.

اولاد جڏهن ماءُ پيءُ جي جاءِ وٺندو آهي، تڏهن ماءُ پيءُ پنهنجي جاءِ اندر ۾ جوڙڻ شروع ڪندا آهن. جنهن ۾، ماضيءَ جا دوست، جوانيءَ جا عشق، پرين جا رُساما، هجر جا لمحا، وصل جا خواب سندس گهر ياتي بنجندا آهن. اهڙي ئي گهر ڏانهن موٽندي عرفان شاعري ڏانهن موٽ کاڌي.

هونئن بہ مان، انهيءَ خيال جو آهيان بہ شاعري ڪرڻ سان ئي ڪو شاعر نٿو بڻجي، اسان جي چوڌاري اهڙا سوين ماڻهو ملندا جن سموري حياتي شاعري ڪئي پر اهي شاعر نہ ٿي سگهيا. جيئن معجزا ڏيکارڻ سان ئي ڪو ولي ثابت نٿو ٿئي ۽ جيئن هر پوڙهو بُزرگ ناهي ٿي سگهندو ائين ئي شعر چوڻ، شاعر بنجڻ جو ماپو يا معيار ٿي نٿو سگهي.

شاعر هجڻ تہ اهڙي لقاءُ جو نالو آهي جڏهن وصل اکين ۾ لهندو آهي ۽ تڪيا دِل مٿان وڇائجندا آهن. ماڻهو سڙندو ٻاهر کان آهي ۽ دونهون دل مان اٿندو آهي، اوندهہ ماحول ۾ ڦهلجندي آهي ۽ ڏيئا اندر ۾

ٻرندا آهن، شاعر هجر جو لقاءَ تہ ايئن هوندو آهي جو حادثن جا زمان و مڪان ڪھڙا بہ هجن، اُنھن جو درد شاعر جي دل مان اپري نڪرندو آهي.

هونئن بہ پڪاسو(picasso) جيڪڏهن ڪا تصوير نہ بہ ٺاهي ها، تہ ڇا هُو مصور نہ هجي ها؟! يا اگر لطيف شاعري نہ ڪري ها تہ سندس اندر جي شاعر کان ڪير انڪار ڪري ٿي سگهيو.

شاعري ڪرڻ، اصل ۾ پاڻ کي اظھارڻ جو وسيلو آهي، باقي مون تہ اهڙا سوين ماڻھو ڏٺا آهن جن جي هِڪ 'آه' ۾ سوين ديوان سمايل هوندا آهن. سندن اهڙي 'آه' کي اگر اکرن ۾ ٽرانسليٽ ڪجي تہ جيڪر ڪيئي رسالا جُڙي راس ٿين.

عرفان جي اندر جي آه کي لفظن جي روپ ۾ ايندي، ڪيئي ورهيہ لڳا، لڳ ڀڳ ٽيھہ سال انھن ٽيھن سالن ۾ هُو چاهي ها تہ ٽيھہ ڪتاب لکي پئہ سگهيو مگر هن کان اهو نہ پُڇو هن پڙهي نہ لکيو هن ٻين کي لکندي ڏسي نہ لکيو هن شوق ۾ نہ لکيو هن درد ۾ لکيو هن پيڙائون پوڙهي پوءِ لکيو هن گھٽ لکيو پر سچو لکيو هو استعارن، تشبيھن، اشارن، ڪنعاين ۽ وزن بحر جي ٻيڙين تي چڙهي ڪنارن تي لھڻ بجاءِ، پنھنجي خيال جي مُھار جهلي تخيل جي جهنگل مان گذريو.

اِهوئي سبب آهي جو سندس شاعري، سندس ئي شاعري لڳي ٿي، هن نہ ڪنھن جي تقليد ڪئي آهي ۽ نہ ئي وٽس ڪا اهڙي دعويٰ آهي.

اسان دوستن جو اصرار نہ هجيس ها تہ شايد هُو هي ڪتاب بہ نہ ڇپرائي ها، هن جي بي نيازي ۽ بي پرواهي کان ڪجھہ بہ بعيد ناهي، هو ديوانن جي انھيءَ قبيلي سان واسطو رکي ٿو جيڪي وصل جا ڪَٽيل لمحا، هجر جي ياڪر ۾ ڏيئي ايئن موٽندا آهن جو سندن هٿ تہ خالي هوندا آهن مگر دِليون ميلاپ سان ايئن ڳنڍيل ۽ ڳُتيل هونديون آهن جيئن ڪنڊين جا پُور وراڪا پنھنجي اندر ۾ ويڙهيل هوندا آهن.

منھنجو هي دوست عرفان قادري صاحبِ ڪتاب تہ هاڻي اچي ٿيو آهي، پر هو صاحبِ دل گھڻو اڳ کان هئو مان گھر ايندي ويندي ڪيس پاڙي جي گھٽي جي مُھڙ وٽ، اڪثر سگريٽ ڇڪيندي ڏسندو هوس،

تڏهن شايد ان حوالي سان مون ڪڏهن بہ نہ سوچيو هجي پر اج جڏهن نگاهن کان اوجهل ٿيل ماضيءَ جي انهيءَ عرصي کي سوچيان ٿو تہ عرفان جا خواب، اجاتل ڏسائن کان ايندڙ محبوبائن جي انتظار ۾ اج بہ هيڏانهن هوڏانهن پسار ڪندي محسوس ٿين ٿا ۽ سندس سگريٽ مان اٿندڙ دونهون، اُنهيءَ ڏُکندڙ دِل جو ڏس ڏيئي ٿو، جنهن جي پيچ ڊاهہ واري شور ۾ هن پاڻ کي بہ غور سان نہ ٻُڌو!

ڪجهہ ڏينهن اڳ ۾، جڏهن هُو مُون وٽ پنهنجي شاعريءَ جو مسودو کڻي آيو تہ مون کي ائين لڳو ڄڻ منهنجو پاءُ مون سان ملڻ آيو هُجي، هونئن اسان آهيون بہ تہ صفا پائرن جهڙا، اسان ٻنهيءَ جون مائرون، هڪٻئي جون ڀينر ٻڌيل هيون، ٻنهي ۾ هڪڙي ڳالهہ صفا هڪجهڙي هئي ۽ اُها، اِها هُئي تہ در تي بيهي اسان جو انتظار ڪرڻ ۽ اُن ڏينهن ٿوري دير ويهڻ کان پوءِ جڏهن عرفان واپس وڃڻ جي اجازت طلبي تہ مون کيس بلڪل نہ روڪيو، ڇو تہ مون ڄاتو پئي تہ، جيل روڊ تي محمد خان سومري جي دُڪان کان اندر ويندڙ گهٽي جي آخر ۾، کابي هٿ تي ايندڙ ٻئي نمبر دروازي وٽ سندس امڙ سندس انتظار ڪندي هوندي

عرفان قادري، پنهنجي هن ڪتاب جي صورت ۾ اوهان جي سامهون آهي، اوهان سان سندس وڌيڪ تعارف سندس شاعري ڪرائيندي، ۽ اُنهي تعارف جو نچوڙ اهوئي هوندو تہ "عرفان احساس جو شاعر آهي!"

عزيز گوپانگ

جُون 2017ع
حيدرآباد

# پنهنجي پاران

رات جا ٻہ ٽيا آهن ۽ ننڊ اَياڳي اڄ الائي ڇو مون کان پري آهي، هونئن تہ مان رات جو دير تائين جاڳڻ جو هيراڪ آهيان پر اڄ آرام ڪرڻ چاهيان ٿو پر ننڊ ڪنهن رُٺل محبُوبا جيان واپس ورڻ جو نالو ئي نٿي وٺي.

سوچيان ٿو ڪُجھ ويهي لِکجي، قلم کڻي لکڻ جي ڪوشش ڪيان ٿو پر سمجھ ۾ نٿو اچي تہ ڇا لکان! ڪھڙيون ڳالهيون لِکجن ۽ ڪھڙيون نہ لکجن، جيون ڳتا ڪتان کان شروع ڪيان، پراون قضين تي ماتم ڪيان يا من اندر ۾ جيڪا ڪربلا متل آهي ان تي ويهي پارَ ڪيان.

سوچن ۾ غلطان اکيون بند ڪري پوئتي نهار ڪيان ٿو تہ ڪيئي مَنظر ذهن جي ڦرهي تي رقص ڪندي نظر اچن ٿا، ڪي خوشين جا تہ ڪي وَري دردَن جا، ڪي ٿهڪن جا تہ ڪي وَري سڏڪن جا، هُونئن خُوشين ۽ ٿهڪن کان وڌيڪ درد ۽ سُڏڪا منهنجا دوست رهيا آهن ۽ دُوست بہ اهڙا جِن اهڙو نڀايو جو ڪڏهن بہ مونکي اڪيلو نہ ڇڏيائون ۽ مان بہ ڪوشش ڪندي هنن سان نڀائيندو پيو اچان، پر انهن ڳالهين کي ڇڏيندي شاعري جي ڳالھ ڪيون تہ ان لاءِ مُختصر طور تي اهوئي آهي تہ شعر لکڻ، شعر چوڻ مُنهنجو ڪو شوق نہ هيو پر معاملو هيئن آهي تہ شاعري، ادب ۽ آرٽ مونکي هميشہ متاثر ڪيو ڪتابن پڙهڻ جو شوق

هوندو هيو پوءِ اُهو ڪو ڪهاڻي جو ڪتاب هجي، شاعري هجي يا ناول، انجي اوستائين جان نہ ڇڏبي جيستائين پڙهي پورو نہ ڪبو پر مُون ڪڏهن اهو سوچيو بہ نہ هُيو تہ آئون پاڻ ڪو شعر يا ڪو نثري ٽڪڙو لکان يا لکي سگهان ٿو پوءِ خَبر ناهي ڏات راڻي ڪڏهن، ڪيئن ۽ ڇو مهربان ٿي ۽ لکڻ جي شروعات ڪيئن ٿي پر اهو پڪ سان چئي سگهان ٿو تہ مون جيڪي پوڄيو سو لکيو لکڻ جي شروعات ڪهاڻي کان ٿي ۽ پوءِ اخباري ڪالم ۽ مضمون لکڻ لڳس ۽ گڏو گڏ شاعري بہ ٿيندي رهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ اخبارن ۽ ادبي رسالن ۾ ڇپجندو رهيو. دوست ۽ احباب منهنجن لکڻين تي منهنجي همٿ افزائي بہ ڪندا رهيا. 1980 کان شروع ٿيندڙ سفر اڄ ڏينهن تائين جاري آهي.

هڪڙي ڳالهہ واضع ڪندو هلان تہ مان ڪڏهن بہ مُستقل مزاج نہ رهيو آهيان (مُحبتن جي سفر کي ڇَڏي) جڏهن ڪو ڪم ڪبو تہ وڏي چاهہ ۽ commitment سان ڪبو ۽ جيڪڏهن دل نہ ڪيو تہ ڪو بہ ڪم مون کان زوري ٿي نہ سگهندو آهي ۽ اها عادت اڄ ڏينهن تائين قائم آهي، سو جڏهن ماڻهن جي پنين تي ڪوڙا وسيا تڏهن بہ مون لکيو جڏهن حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جون حالتون خراب ٿيون. شهرن جو حال اهو هيو جو ماڻهو پنهنجي پاڇولي کان بہ ڇرڪندا هيا ۽ ٻئي پاسي سنڌ سموريءَ کي ڏاڙيلن حوالي ڪيو ويو انهن سمورين حالتن پٽاندڙ پنهنجو فرض سمجهي لکندو رهيس هڪڙو ٻيو سبب بہ آهي جنهن شاعري جي آبياري ڪئي ۽ اهو آهي هجر ۽ وصل جا معاملا (هجر ۽ وصل جي معاملن لاءِ الڳ ڪتاب جي ضرورت آهي).

پر پوءِ اهڙو وقت بہ آيو جو:

ڏات مون کان وئي رُسي

مان ڪڏهن ڪڏهن اڪيلائي ۾ ڪُجهہ لِکي وٺندو هئس جيڪو پنهنجي ذهني تسڪين لاءِ هوندو هو پر مستقل طور تي قلم جهڙوڪ مُون رکي ڇَڏيو. هن وقت ڪنهن دوست جي ڳالهہ ياد پئي اچي جنهن ڪنهن محفل ۾ منهنجو ذڪر نڪرڻ تي چيو تہ "عرفان! انوقت لِکڻ

ڇڏيو جڏهن ڪيس سجاڳ مِلي“ پر مُون وٽ معاملو انجي ابتڙ آهي مون ڪڏهن بہ ڪا هڪ ست پنهنجي سجاڳ لاءَ نہ پر پنهنجن زخمن تي ڦهَا رکڻ لاءِ ئي لکي، مگر دوست جي ڳالهہ سان ان حد تائين سهمت آهيان تہ جڏهن ادبي محفلن ۾ مون کي ماڻهو سجاڳ لڳا تہ هي بہ ڪو ديڳ جو چانور آهي تن ئي ڏينهن ۾ مون لکڻ ڇڏيو (نہ لکڻ جا انيڪ سبب رهيا).

هن نفسانفسي واري ماحول ۾ ڪڏهن پراڻا دوست گڏبا هئاسين تہ سندن زور هوندو هيو تہ مان پنهنجي شاعري کي نہ صرف جاري رکان پر پنهنجي شاعري کي ڪتابي روپ ۾ بہ آڻيان ۽ مان کين پيو آسرا ڏيندو هُيس (منهنجن نَوَن دوستن کي تہ خبر ئي ڪونهي تہ مُون ڪڏهن ڪُجھ لکيو بہ آهي يا لکان بہ پيو هي ڪتاب اُنهن لاءَ حيرت جو باعث هوندو).

ڳالهہ جيڪڏهن ڪجي هن ڪتاب جي تہ ڪجھ مهينا اڳ حيدرآباد ۾ ڊاڪٽرن جي هڪ ڪانفرنس ۾ پنهنجي دوست ارشاد ڪاظمي سان وَرهِين ڪانپوءِ ملاقات ٿي ڳالهين ڳالهين ۾ ارشاد مون تي ڪِتاب ڇپرائڻ لاءَ زور ڀريو خبر ناهي تہ هُن جي لفظن ۾ ڪهڙو جادو هيو جو مان دل ئي دل ۾ انهي لاءِ راضي ٿي ويس ۽ ڪجھ ئي ڏينهن ڪانپوءَ کيس فون ڪري ٻڌايم تہ مان تيار آهيان اهو ٻڌي هو تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ چيائين تہ مواد جلد موڪلي ڏي پوءِ ڇا هيو مان هُيس ۽ دَرَ ۾ اٽيَلَ پراڻيون ڊائريون! پراڻن ڪاڳرن تان مٽي لاهيندي منهنجن اکين مان لڙڪ ڪري رهيا هئا پراڻيون يادون ڏنگ هڻن پيون، تورن ئي ڏينهن ۾ ارشاد ڏانهن مسودو موڪلي ڏنم. ارشاد قرب ڪري مسودو ڏسي ڏنو ساراه سان گڏ چيائين تہ هن کي جلد پريس حوالي ڪر، ڇو جو هُو اِهو ڄاڻي پيو تہ مون جهڙي ماڻهو کان ڪا بہ توقع ڪري سگهجي ٿي، ارشاد ڪاظمي لاءِ جيڪڏهن مان ائين چوان تہ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ هو مون کي هن رستي تي وري واپس کِهلي آيو ۽ هِن پُنر جَنمر جو credit هُن ڏانهن وڃي ٿو. مان سندس ٿورائتو آهيان جو هن نہ صرف ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ زور ڀريو پر مُهاڳ بہ لکيو (مهاڳ لکجي وڃڻ ڪانپوءِ بہ مواد ۾ گهڻو واڌارو ٿيو آهي).

ارشاد ڪاظميءَ ڪانپوءِ ٻيو شخص جنهن منهنجي هن ڪم ۾ همٿ ٻڌرائي اهو منهنجو دوست عزيز گوپانگ هيو. عزيز جو مان ٿورائتو آهيان جنهن پنهنجي مصروفيتن مان وقت ڪڍي نـ صرف ورائي، ورائي پروف ڏٺو پر گڏو گڏ ڪتاب لاءِ مفيد صلاحون بـ ڏِنائين ۽ ڪِتاب جي ڇَپائي جي هر مرحلي ۾ مُون سان گڏ گڏ رهيو. اڄ اهو اعتراف ڪيان ٿو تـ مُون ڪيس تنگ بـ تمام گهڻو ڪيو پر هُو هميشہ مسڪرائيندو رهندو هيو. اڄ مان رُڳو عزيز لاءَ ايترو ئي چوان ٿو تـ مهرباني مهنجا ياءُ عزيزا!

هن مجموعي ۾ پهريائين منهنجو خيال هيو تـ صرف پراڻين يادن کي ئي تازو ڪجي مطلب پراڻو ڇپيل مواد جيڪو مختلف وقتن تي اخبارن، ادبي رسالن ۾ ڇپيو تنهن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آڻجي پر سنگت سان صلاح ڪرڻ ڪانپوءِ "ننڊ سپنا جاڳ سپنا" جو سِٽاءُ هيئن وجي بيٺو آهي تـ هن ڪتاب ۾ اُهي شيون بـ آهن جيڪي اڳم پرنٽ ميڊيا ۾ ڇپيل آهن تـ ساڳيءَ جاءِ تي بلڪل نيون نِڪور شيون بـ شامل آهن ان چوڻ ۾ ڪو مبالغو نـ ٿيندو تـ هي ماضي ۽ حال جو داستان آهي.

آخر ۾ فقط اِهو چَوندس تـ مون وٽ نـ ڪنهن قسم جي دعويٰ آهي ۽ نـ ئي وَري مُون کي ڪو شاعر سڏرائڻ جو شوق، هي تـ فَقط اندر جا اُڌما، دَردَن جو پورهيو. وَصل جون خُوشيون، هِجر جا ڏُک، پنهنجن جا سُور ۽ درد ۽، ڏيهہ ۽ ڏيهہ وارن جون پيڙائون ۽اڪيلائيءَ ۾ پوڄيل جيون جا ڏينهن ۽ راتيون آهن جِن کي لفظن جو ويس پارائي اوهان سان وَنڊڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم، هن ڪتاب ۾ جيڪي لِکيو آهي سو سَچائي ۽ دردَ وچان لکيو آهي ۽ مُنهنجو پنهنجو آهي.

عرفان قادري

27_جُون 2017ع
حيدرآباد

## منهنجي امڙ

منهنجي امڙ
گهر ۾
جنهن کٽ تي
ويهندي هئي
کَٽ سا خالي رهي تي
هندَ اُهو جنهن هندَ تي
کَٽَ جا هُوندي هُئي رکيل
گهر ۾ سو هندَ
کائڻ تو اچي
جنهن کَٽ تي
منهنجي امڙ
هوندي هُئي ويٺل
ڏُکَ واري رلهي
جنهن تي وڇايل هوندي هُئي
کٽ سا خالي رهي تي
مان سندس پيرانديءَ کان ويهي
ورونهن ڪندو هيس
هوءَ مونکي پيار مان رڳو
ڏسندي هئي
دعائون ڪيئي ڏيندي هئي

مان سندس پير چُمي چوندو هُيس
مون لاءَ تنهجون دعائون
سَپر آهن
پر اڄ دعائن ڏيڻ واري
مون کي مڃيون ڏيڻ واري
مونکي اڪيلو ڇڏي
ٻئي پار وئي هلي
اڄ بہ مان
امڙ کي ڳولهيندو آهيان
تصور ۾ چڻ ڪيس
سڏيندو آهيان
پاڻ کي وري سمجهائيندو آهيان
عدم ڏانهن ويڻ وارا
ڪڏهن واپس وريا آهن؟
او جيجل امان!
تون دُور هوندي بہ
مون سان گڏ گڏ آهين
نير وهائي
ڪٿ ڏانهن وڌندو آهيان
ڪٿ سا خالي رهي ٿي
ڪٿ سا خالي رهي ٿي.



## ڦُليلي پار جي ڇوڪِري

هُوءَ ڇوڪِري
مَن موهڻي
وار جنهن جا هُئا گُڏي[1]
نيرين اکين واري ڇوڪري
شوخ چَنچَل جواني
جنهن تي آيل هُئي
پـَورتا جنهن منجهہ سمايل هُئي
اَپسِرا جو جڻ روپ هُئي
ڪيڏي نہ هُئي سُهڻي
هُوءَ ڇوڪري ڦُليلي پار[2] جي
لوڪ کان نظرون چورائي
نيڻ پنهنجا کڻي

---

[1] گُڏي وار: بيبي ڪٽ وار

[2] ڦليلي پار: حيدرآباد جو هڪ علائقو

جڏهن ڏسندي هُئي
من اندر ۾ هِير ڪا گُهلندي هُئي
وَڏ ڦُڙي برسات جڙ ڪا
تر مٿان وسندي هُئي
پنهنجا سُندر لَبَ کولي
پيار مان
ويساهه مان

۽
نِسوري چاهه مان
ڳالهائيندي هُئي
ايئن ٻاسندو هيو جڙ
سنسان ڪنهن مَندر ۾
ٿَليون پيون وڄن
جَڙ تہ اُجڙيل ڪنهن مندر جو
گِهنڊ ٿو ڪَڙڪي پِيو
ڪيمپس[1] ۾ سموريون اکيون
چوڦير ڪيس
ڳولهينديون هيون
ڦولينديون هيون
هُوءَ چوڪري ڦُليلي پار جي
ڊيل جيان ٿِلندي
سُفيدَي جي وڻ هيٺان

---

[1] ڪيمپس: Campus

پاسي ۾ اچي ويهندي هئي
لوڪ جي حريص نظرن کان لِڪي
پاڻ ۾ گم رهندا هئاسين
حال ۾ خوش
آئيندي کي سارِيندا هئاسين
سُندر سپنا ڪيئي جوڙي
تعبير بہ وَرنائِيندا هُئاسين
منهجن شوخ ڳالهين تي
مُسڪرائي ۽ شرمائي
ٽهڪڙا وڏا ڏيندي هُئي
هَٿ، مُنهنجي هٿ تي رکي
چوندي هُئي
آئون تنهنجي خواب جي
سانيِيان آهيان پرين
آئون تنهنجي
هر حال ۾ آهيان پِرين
هر خيال ۾ آهيان پرين
چو تو ٿون پَنا ڪارا ڪرين
آئون تنهنجي بي رنگ زندگي جو رنگ آهيان
جي لِکڻ چاهين تہ لِک
گيت ڪو پيار جو
منهنجي ئي اقرار جو
آئون ئي آهيان ڳوتا تنهنجي
آئون تنهنجي شاعري

جنھن کي ڪو ٻيو ڳائي نہ سگھندو
ڪو ٻيو ورجائي نہ سگھندو
آئون ئي آھيان چَنگ تُنھنجو
جنھن کي تو سِوا مُنھنجا پرين
پنھنجي چپن سان لڳائي
ڪو ٻيو چوري نہ سگھندو
سازِاھو سوري نہ سگھندو
تُنھنجي تَخَيُل کي
سنگيت جي مالھا
ڪو ٻيو پارائي نہ سگھندو
آئون تُنھنجو گيت آھيان
آئون تُنھنجي وائي، غَزل
آئون تو لاءِ شاعري جو اِلھام آھيان
ھُوءَ ڇوڪري قليلي پار جي
ھِڪ ڏينھن
مُنھنجي جِيون مان
گُم ٿي وَئي
خُواب سارا
چُور ٿيا
شاعِري جِي ذات وَئي
مُونکان رُسي.



## نقاب پوش

جنهن شهر جي رستن تي
اي سانول!
تون ۽ مان بائيڪ تي
رُلندا هُئاسين
مُرڪي جِت مِلندا هُئاسين
جنهن شهر ۾
خُوشين جا ميلا هُئا
جنهن جي هر گِهٽيءَ تي
مهڪندڙ مٽيءَ تي

پيار جُون پَوندڙيون هُيون بَرساتيون
جاڳنديون هُيون جَنهن جون راتيون
جنهن شَهر جي
مَٽُر فضا ۾
ڪيئي سُندر گِيت هُئا
آزاد سازَ هئا سَنگيت هُئا

۽ جتي
هَٿ ۾ ڏئي هَٿ
پيار ڪندڙ جوڙا
ڪيئي رُلندا هُئا
اُن شهر جي
چؤنڪن ۽ چؤواٽن تي
صبح سانجهي ۽ آڌيءَ جو
مِلن ٿا هَر ويل
سُندر مُرڪندڙ چهرن بدران
دهشت گرد
نقاب پُوش!



---

1990 ۾ لکيل جڏهن ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڏيهه ڌڻين کي شناخت ڪري ۽ ڳولهي ڳولهي ماريو ويو ۽ ڌرتي ۽ زندگي اُن جي وارثن مٿان تنگ ڪئي وئي

## پيار جو هوڪو

لبن تي آ پيار جو هوڪو
پوءِ بہ زمانو ڏي ٿو ڏوڪو

مطلب جي آهي دنيا ساري
پنهنجو لڳي ٿو پر ڪو ڪو

ڪڏهن تہ تون بہ اُماڻين ها
قرب سان رچيل سَنيهو ڪو

نفرت مان ڪجھ ناهي ورڻو
پيار ورهايو اچو ڙي لوڪو

اڄ بہ ساڳيو ورنايان وينو
الفت وارو گيت پَروڪو



## گُمنام قبرون

اسانجي ڳهاٽي
تاريخ جي ڪنهن ورق ۾ نہ هُوندي
نہ وري ڪڏهن
ڏيچن ۾ ڳائبي
اسانجي قبرن مٿان
ڪو مُقبرو نہ اَڏبو
نہ ڪُوئي ڪتبو ئي لڳندو

نہ دل هٿان هاريل
ڪو مُجاور ٿي ٽيندو
اڃي اسانوٽ باسون باسي
اُميدون باسي، آسون باسي
وَرهين جا اڃي ٿَڪ لاهي
اسان وٽ اهڙو
پريمي جوڙو نہ ايندو
اسانجو مَسلڪ
پريت ۽ مُحبت
ڳُوڙ ۽ ڪروڌ نہ اسانجو مذهب
اسان تہ آهيون
محبتن جا پيامبر
اسانکي آهي خبر
اسان خُوب ڄاڻون ٿا
سُيان جي منظرن کان بہ واقف آهيون
مقدر اسان جو آ گمنام قبرون
ريتن رواجن جي گولين جو ڪاچ تي
انڌاري ۾ دفنايا ويندا سين
وري ڪڏهن نہ ورنايا ويندا سين
گمنام قبرن جي نشانن وانگر
گذري ويل زمانن وانگر!



پاڻ منجھہ توکي سَمائي ڇڏيم
تو در پيشاني جُھڪائي ڇڏيم

تو بِن زندگيءَ جو سُوچيو نہ آ
جيون تو ساڻ مِلائي ڇڏيم

روح کي نہ ملي آ ڪٿي پَناھ
پاڻ کي تو منجھہ لِڪائي ڇڏيم

توکان پوءِ ڪو اڇڙو ئي نہ آ
تاڪ دل جو بس ورائي ڇڏيم

مُحبت ئي رهيو مسلڪ اسان جو
پَيار ۾ سڀ ڪُجھہ لُٽائي ڇڏيم



## مالھا

سپنن جي پوئي
مالھا
سُوچيو ھو
ڪُتنديون راتيون
ٽيندا اُجالا

پر
اڄ
جَڏھن
ٽُنھنجون ٻانھون
ڪنھن ٻئي جي ٻانھُن ۾ ڏٺم
ڀَڪ ٽيم
سَپنن کي نہ ملندي آ
سايِيان جي منزل.



.... جي لاءِ

مُحبت
جو
بَدلو
چا
مِليو!
تو
تہ
اکيون
ڦيريون
مُون
کي
مگر
دَرد
دائمان
مِليو!



## ڌرتي امان

سِنڌ مُنهنجي ماتا!
ويري سَمورا
مُون ٿُنهنجا سُڃاتا

سِنڌ مُنهنجي ماتا!
گولين سان مُور نہ ڇڄندا
توسان اهڙا ناتا

سِنڌ مُنهنجي ماتا!
جن کي هو تو نپايو
ٿُنهنجي خون لاءِ آتا

سِنڌ مُنهنجي ماتا!
مظلوميت ٿُنهنجيءَ تي
مون ڪيئي نوحا ڳاتا



## مامَ

ٻَنڪي ٻَنڪي
روئي ٽَڙِپي
نيٺ اِها
مام سَلي سِين
جِيئڻ ڏاڍو
اَهنجو سائين
مرڻ ڏاڍو
سَهنجو
سائين!



شعر مُنهنجن ۾ ڳالهائين ٿو
پڙهي ڪوتائون شَرمائين ٿو

تُنهنجو ڪُومل هَٿ چُمان
شرمائي مُکڙو ڦيرائين ٿو

ذات پنهنجي مان، تنهنجي پايان
سِٽ سِٽ من جَرڪائين ٿو

ٿڪ تُنهنجا مون لاءِ جياپو
مُرڪي من هيءَ مهڪائين ٿو

ساپيان مون کان اجان آ پري
خوابن ۾ بہ ڏاڍو رُلائين ٿو



# زندگي

زِندگي
ڪنهن ڪُنواريءَ جي
سَپني جِيان
سُندر ۽ پوتر
زِندگي
ٻالڪ جي مُرڪ جيان
معصُوم ۽ شَرير
زِندگي
ٿَر جي هَرڻيءَ جِيان
چري ۽ چَنچل
زِندگي
نازڪ ناريءَ جي
شوخ مُرڪ جِيان
زِندگي
سنڌوءَ جي ڇولي مِثل
زِندگي باکَ آ
موت رات آ
زِندگي رُوشني
جَڙ تُنهنجي
رنگين چُني.



## ڇھ تارو

ڪاڻ غَمن جي گڏ آ يار
ناهيان مان اڪيلو پيار

پِيار مُونکان سڀ کسيو
فقط ويراڳي من آ بچيو

بچيو ڇا اسان وٽ هاڻ
زندگي بڻي سورن ڪاڻ



# سپنا

مُون ڏِٺا هُئا
ڪيئي سَپنا
پِريت جا سَپنا
پيار جا سَپنا
سنسار جا سَپنا
تُنهنجا
تُنهنجي پِيار جا سَپنا
باکَ کان سُهڻا
رات کان گهرا
جُگنو جيان
جڳمڳ جڳمڳ
گُلاب جِيان مهڪندڙ سپنا
هر سپني ۾ مُون ڏٺو هو
هر پل توکي پاڻ سان گڏ
مون اهو چاهيو تہ نہ هو
توکان دُور گهاريان جيون
آهن ۾ گذاريان جيون
مُنهنجا سپنا هئا ملڻ جا
تعبيرن ۾ پر
مليا وڇوڙا.



## تنها

اڻ ڳڻيل سگريٽ جيان
زندگي پنهنجي
نہ ڪنهن دُکايو
نہ ڪنهن
لبن سان لڳايو
مُرڪي جنهنکي گلي
لڳايم
پاڻ ڪان وڌ جنهن کي
چاهيم
سو ئي ڇڏي ويو
راهہ ۾ اڪيلو.



## مون هاڻ آهي ڄاتو

مُحبتن جي ڳولها ۾
زِندگيءَ جي راهُن ۾
ڪوڪليون مُحبتون
ڪوڪلا ٺهڪڙا
ڪُوڙا سپ دَم دِلاسا
ڇهرن پُٺيان ٻيا ڇهرا
مِڪر ۽ رِياڪاري
لفظ لفظ رُسوائي
مون هاڻ آهي ڄاتو
هيو سڀ
فريب ۽ دوکو.



عبادتون مُنهنجيون بي آثر
رياضتون شُموريون بي ثَمر

جنهن کي ماڻڻ جي آ تمنا
آيو نہ ڪڏهن مُنهنجي دَر

ڪري ياد توکي روئي پوان
پنهنجي بيمار جي لهہ خَبر

راهُن ۾ سَوين چهرا ڏٺم
نہ آيو ڪو تو جهڙو نظر

پلي ڪر ڏاڍايون او مِٺا
تون ئي مگر منهنجو دلبر

تمنا دل ۾ آ فقط هڪڙي
دَر تو اڳيان، منهنجي قَبر



## ڪنهن ڇاتو هو

يادِ ماضي
ٿُون ۾ مان
ياد توکي بہ هُونديون
المنظر جون مُلاقاتون
مهراڻ جون ڇُوليون
ٿُون ۾ مان
ٻيڙيءَ ۾ تُنهنجو کِلڻ
مُنهنجو تَڪِڻ
مَڇيءَ جي ڇَپڪي تي
تُنهنجو ڇرڪڻ
مُنهنجو کِلڻ
سپنن کان سُندر هُئي زندگي
تو ساڻ زندگي
ڄڻ بندگي
ڪنهن ڄاتو هو
ورهين جو عذاب
سَهڻو پوندو
توکان سواءَ
جيئڻو پوندو!



## سوال

اڄ جي سنڌ جي
تاريخ لکندڙ
سُيان جو مؤرخ
ڇا اسانکي
گِيديءَ ڪانئر مَهل ڪوٺو
ڪِين سَڏيندو!



دل تي غَمن جو آهي بار
چۆڏاري وچايو دَردن چار

جيون سارو سُور بٽيل آ
غم هزارين خُوشيون فرار

آشا سڀ نراش مُنهنجيون
غير تي ٿنهنجي قُرب نهار

باسون باسيم، نير وهايم
آيو نہ مگر اکڙين ٺار

سپنن ۾ بہ جنهن جي پُوڄا
مون کان رهيو هميشہ ڏار

دُنيا جنهن لاءِ تياڳي ساري
کين لڏي تنهن ڪڍهن سار

تو دَر ديوانو اڄ چوي تو
ڪُوڙي دوستي ڪوڙو پيار



## پرھ نيٺ ڦٽندي

او ڏرتي!
او ڄيجل!
تولاءِ گيت لِکيم
مُوڪليو زِندان وَيم
گِيت وَيا سڀ مُنھنجا گُھٽجي
قلم ويو مُنھنجو کَسجي
سڏيو ويو مُون کي باغي
ڇَپائون!
ڏين ٿو درسِ بغاوت
هيٺن جي ٿُون ڪرين ٿو حِمايت
ٿُنھنجي آھي سزا صرف ڦاھي
چيم،
ڀل ڏيو مون کي ڦاهي
پر ياد رکو
مُنھنجي سرد جسم مان
آواز ايندو اهوئي
اُٿو وڏو اڳتي هلو!
پِرھ نيٺ ڦُٽندي
هيءَ اونداهي ڪٽندي



## ٿون هَلي آ

مان رُڳو آهيان سَفر
ٿون ئي مُنهنجي آهين مَنزل
ڳولي ڳولي توکي آهيان ٿڪو
ٽُنهنجي قدمن جي
نِشانن تي هَلندي
پنهنجي هَستي
پنهنجي مَستي
مِٽائي ڇَڏيم

ٿنهنجي ٻَولا ۾
پاڻ پنهنجو وِجائي ڇَڏيم
ٿون اجان بہ ڏُور آهين
رات ڪاري آهي گهري
روشني جو نہ آ ڪوئي نشان
خوف ڏاڍو
ڏاڍيءِ ڏهڪاءُ آ
ٿون هَلي آ
روشنيءَ جي اِلهام سان
صُبح جي پيغام سان
ٿون هَلي آ
اي مُنهنجي مَنزِل
توکي سَڏي پِيو
ٿنهنجي راهن جو مُسافر
ٿون هَلي آ
ٿون هَلي آ.



## سُڏڪا

رات
ڪنهنجي
سُڏڪڻ تي
ننڊڦٽي وئي
اڪيون ڪولي
هيڏانهن هوڏانهن نهاريم
پنهنجا ئي ڳِل
آلا هُئا.



ٿُنهنجو غَم
يا حسين[۴] !
جيسين دَم

ڪنهن نہ لَڏي سار
خالي پيٽ سُتو
ٿَري ٻُڪايل ٻار

آءُ پرين آءُ
مُوسم مَست بَهار
گُهلي ٿڌڙي واءُ

خِيال سارا
لهرون لهرون
ڏُور ڪِنارا



ڪٽي دل ڪري وئين غَريب
غم ئي رهن تا مُنهنجي قَريب

چنڊُ سودائي بہ گڏ پيو روئي
هِجر جي رات بہ آهي عَجيب

ڪنهن سان وَڃي سُور سَلجن
تو بن سانول نہ ڪوئي حَبيب

نہ ڏينهن، نہ رات نہ بات
اها ئي آ زندگيءَ جي تَرتيب

غمِ جانان ۾ زندگي گُذارڻ
ڇا لئہ ٿيو عاشقن جو نَصيب



## مسيحائي

سنڌ
پنهنجا
سُورَ
صرف
سَيد
سارِ
سَليا.



او فَري[1]
چڏُ رسامان
آءُ وَري

مُونِي آءُ هاڻ
گهڙيون گڏ گُذاريون
گريون روح رِهاڻ

ڪاري رات گُگهه انڌيرو
مُنهنجي دل تي ڄمايو
تُنهنجي يادُن ديرو

توکي چاهيمُ
سر ساهه ڪان وڌ
توکي پانيمُ

[1] فَري: ڪنهن گمر تيل جو نالو

جَرِ تہ ڪوئي ساز
فون تي
ٿُنھنجو آواز

ٿُنھجون اَدائون
ائين جڙ
ڪوي گوتائون

اجان اسانجي ڏيھ
ماروِيون ڪَجن روز
ظُلم جو نہ ڪو ڇيھ

مٿان سُورج تِک
ٿَر تتل واريا سو
گھايل ٿَرياڻي وِک

ڪين ڪَپي حَيات
اچي موت
مِلي نِجات

ڪُٺندو نيٺ انڌيرو
اَوَس ٿيندو
روشن سويرو

چَمڪي ٿو پُونم
ٿُنهنجي تاتَ پرين
اُڪِڙيون پُرنم

شَفق جي رَنگيني ۾
هر پَل ٿُنهنجو رنگ
درد جِي سَنگيني ۾

ٻيرن جهَليو ٻُور
ڪويَل ڪُوڪي
مونکي ٽُنهنجا پُور

ٽُنهنجون تَصويرون
سڀ ڦاڙي ڇڏيم
ٽُنهنجون تَحريرون

نرمل، نازڪ، ڪومل، سُندر
تنهنجون اکيون
ديول، پگودا، مسجد، مندر

صُبح ويلو
پِري ڪتابن جي
ٻار اڪيلو

نانگ آهي جُدائي
ڏنگ سهندو رهان
پرين ڪر پَلائي

گُل باغن ۾ ٽِڙيا
تو بن ساجن
وري غم نِڪريا

زندگي ڊانوا ڊول
تو سِواءِ
لوڪ سڏي رول

پرينءَ جون پَچارون
جيون ۾ رُڳو
غَمن جون قَطارون

زندگي اهڙو گيت
جنهن منجهه
ساز نہ ڪو سنگيت

قوم جا رهبر
مستقبل کان
ڪيڏا بي خبر

ڪارونجهر جي ڪور تان
روپلو پيو چوي
ڏيهہ وساريو متان



## ڳالھ تي نہ سگھي

ڳالھ جا ڳرٽي هُئي
ڳالھ تي نہ سَگھي
ٿُون آئينءَ
۽ وَئينءَ هلي
ڳالھ تي نہ سَگھي
تو اڳيان
او مِٺي!
سُرت ئي نہ رهي
آئون تَڪيندو رهيس
تُنهنجي رُخسار کي
چپن جي لالاڻ کي
تو نگاهون ڪَٽي
هڪ پيرو مُون ڏانهن ڏٺو
پوءِ نگاهون ڪري هيٺ
توري ساهي کٽي
جهيڙي آواز مان
پر!

پابوھ مان
مون کان پُڇيو
ڪُجھ ڇوٽو ٽئي يا مان وڃان؟
آئون هميشہ جِيان
ٽُنهنجي سامهون سُهٽي
ڪجھ ڇئي نہ سگهيس
تو هلڻ جي ڪئي
تورو اڳتي وڃي
هڪ پيرو وري
ڪنڌ پنهنجو ورائي
تو مون ڏانهن ڏٺو
مان قدمن ٽُنهنجن کي
ڏسندو رهيُس
ٽُنهنجن زلفن ڏانهن
تڪيندو رهيُس
تون وئينءَ هلي سڪي
ڳالھ جا ڪرٽي هُئي
سا تہ رهجي وئي
توکي پنهنجو چوان
من اندر جون ڳالهڙيون
سڀ توسان سليان
پنهنجا درد دل جا
سڀ توسان ونديان
سڀ پنهجيون خوشيون

توکي ڏيان
تنهنجي آڏو
ڪجھ چئي نہ سگھيس
ڳالھ جا ڪرٽي هئي
ڳالھ تي نہ سگھي
ورهين پڄاڻان اڄ تو چوان
تو تہ ڄاتو پئہ
مونکي سڄاتو پئہ
توکي خبر هُئي سَڪي!
مان تنهنجي اڳيان
هميشہ جيان
ڪجھ چئي نہ سگھندس
بس چُپ ئي رهندس
ڪٿي تون ئي چئين ها
ڳالھ جا منهنجي دل ۾ هُئي
ڳالھ جا تنهنجي دِل ۾ هُئي
چئي ڪنهن ڪان نہ تي
ڪئي ڪنهن ڪان نہ تي
ڳالھ جا ڪرٽي هُئي
ڳالھ تي نہ سگھي
ڳالھ تي نہ سگھي.



توٽي بيٺو بندوقون تاڻي
پير نہ پُٺتي، اڳتي هاڻي

ظالمَ توسان جنگ ازلَ جي
ڳُونڊر ڳئي تو پيڙايا ڳهاڻي

ڏُک ڏولاوا سَوين سَٺا
شل ڏرتي خُوشيون ماڻي

ڌرتي سان آ ناتو اهڙو
ڌاڳا اڌجن جيئن آڌاڻي

جذبا قيد نہ ٿيندا آهن
اسيرِ زندان تو قُول اُماڻي

غم نہ ڪيو وڌندا هَلو
ماڳ پنهنجو اڄ يا سڀاڻي



## آمر جي موت تي

(١٧/٨/١٩٨٨)

جبر ۾ ڏاڍ جا
بي رحم نشان!
جڏهن ٻُڌم
تون به ماريو وئين
فِضائن ۾ اُڏايو وئين
چيتيون چيتيون جسم تُنهنجو
سُڃاڻپ ڪانهي تي نه تُنهنجي
مُون وَڏا ٽهڪ ڏِنا
اُپ ڪي ڏاريندڙ ٽهڪ
پاڻ کي آزاد ڀانيم

تو ڏرتيءَ تي جيڪي پُوکيا هُيا
ٿُوهر
سي سڀ لَتجي ويا
مان اُن جاءِ تي
پوکيان ٿو ڳاڙها گُلاب
تُنهنجو وجُود هو
نفرت ئي نفرت
ڦاهيون ڦٽڪا هو تنهنجو ڌرم
تو ڪَسڻ چاهي مُون کان
مُنهنجي آيل
مُنهنجي ڌرتي
جيجل سنڌڙي
پر ڏِس!
ڪاش تون ڏسي سَگهين ها
مُنهنجا پيرا اڄ بہ
پنهنجي ڌرتيءَ تي
ڪُپيل آهن
پر تُنهنجي
غليظ جسم کي
ڌرتيءَ بہ نہ قبوليو.



راھُون ٿنھنجون نِھاريان ويٺو
ھر پل توکي ساريان ويٺو

گُذاريل گھَڙيون ياد ڪري
لُڙڪ اکين مان لاڙيان ويٺو

تو بن جِيئڻ آ مُشڪل ڏاڍو
توکي ھر پل پُڪاريان ويٺو

ھر پل تنھنجو خيال سراپو
يادُن جا ڏيئا ٻاريان ويٺو

وري زخم ھِن ملڻا مُون کي
توکي ئي مَسيحا ڄاڻان ويٺو



## گيت اسانجا

ظُلم ٺُنھنجي ڪان ڪِين ڪِيٻائين
نعرو نينھن جو تا لَڳائين
گيت اسانجا!
تاندٻاڙن جِيان
اوندھ ۾ تا جوت جاڳائين
پتڪيلن کي راھ ڏيکارين
گيت اسانجا!
سُقراط وانگي وِھ وٽيون اندر ۾ اوتِي
وَڏا وَڏا تا ٺھڪ لڳائين
مَرِي بہ جي اَمرتا پائين
گيت اسانجا!
آزاد پَنڇي
ظُلم جي ڪَتا
گھر گھر جُھونگھارن
لوڪ سُتل کي تا جاڳائن
ظالمَ تن کي
جڪڙي نہ سَگھندين
ڪڏھن اُنھن کي
پڪڙي نہ سَگھندين
پُلجي ڪڏھن
جھلي بہ ورتئہ
گيت اسانجا!
پوپٽ آھن

پنهنجو رنگ تُنهنجي هٿن تي
چڙهي ئي ويندا
خون ۾ تُنهنجا هٿ رنگجي ئي ويندا
گيدي ڪانئر قاتل سڏبين
توتي هرڪو ٿُوڪاريندو
وقت جي ٿُون ٽِياس تي بہ ٽنگبين
ڙَڙي ڙَڙي ساهہ بہ ڏِيندين
ڪوبہ نہ تُنهنجو
ڪانڌي ٿِيندو

پر
گيت اسانجا!
منصُور ثاني
سُوريءَ تي بہ سَچ جي واڪي
مَري بہ سي زندهہ رهندا
موت تِن کي
ماري نہ سگهندو
گيت اسانجا!
هُوشو هيمون، دولهہ، دودا، سُورهيہ جوڌا
ظالم ڏانهن بي خوف وڌندا
وِڙهندي وِڙهندي ساهُ بہ ڏيندا
ڌرتيءَ کي دان بہ ڏيندا
گيت اسانجا!
گيت اسانجا!



خواهش جا گُلهن تي لاشا
من ۾ پِيار جي پوءِ بہ آشا

سُونهن ڏِنا هر ويل گهاوَ
آشا بدران پلئہ پيئي نراشا

ٿُون نہ هُوندين مان نہ هُوندس
جاري رَهندا هي کيل تَماشا

لوڪ اکين ۾ سَر سَمايل
مُنهنجي لبن تي پريت ياشا

حُسن پُڄاريءَ سان او سانول
ڪيڏا تين هِت روز تَماشا



سڄي عمر هِجر ۾ گهاري اَٿم
ڪَٿيل بازي هر وار هاري اَٿم

تنهائي ۾ تنهنجون يادون سانول
روئندي رات ساري گُذاري اَٿم

زمانو ٿيو آ هِت ڪنهنجو رفيق
روئي پاڻ کي ڏني دلداري اَٿم

چِني قرب هَليو وئين تہ ٿيا
تصور تنهنجي ساڻ ياري اَٿم

ڏنل تنهنجو گهاءُ پرٽو ئي نہ آ
لڳل دل ۾ تيز ڪٽاري اَٿم



ٺوڪي هر پل چاهيان جانان
ٺنهنجا گيت تو ڳايان جانان

عشق جون راهون آهنجن واريون
پوءِ بہ وک اڳتي وڌايان جانان

رولي اَڪيلو راهہ ۾ وئين تون
تو بن ڪيئن گذاريان جانان

لوڪ هِن جيڪي پٿر وسايا
تن کي گل تو پانيان جانان

سُک مقدر ناهن اسانجا
غم ئي سيني لڳايان جانان



## ڪاري

قرآن سان شادي
ڳرڻ ڪي چڙهي
سماج جي گندين ۽ مڪروهه
رِيتن ڪي ٺڪرائي
پنهنجي پريمي
جنهنڪي هُن
ڳذريل جَنم ۾ به
پنهنجو ئي ڄاتو هو
هِن ويل
هِن جَنم ۾ به
پنهنجو پاڻ اَرپي ڇڏيو
ڪهاڙي چمڪي
پريم پاڳل
سُندر ناري
ڪاري ڪري ماري وئي.



## ڪالهہ ۽ اڄ

اُهو بہ ڪو ڏينهن هو
تي هُئي توسان
المنظر تي رِهاڻ
پريت هئي پاڻ ۾
ٽمڪڙا فضا ۾
گلن ۾ هئي سُرهاڻ
هاڻ تي گُذري
تنهنجي غم ۾ جاني
بچي جيڪا حياتي
دل کي ڏاڍو سمجهايم
ٿون آن نہ مُور اچڻي
پوءِ بہ دل تو لاءِ آتي.



## شفنا لاءِ

خُماريل نيڻن واري
مُنهنجا گيت سمورا تو لاءِ
سنهڙي سُندر ناري

خُماريل نيڻن واري
توسان مان ائين خُوش
پوک تي جيئن هاري

خُماريل نيڻن واري
تُنهنجو ڪوبہ نہ ثاني
آهين ڏاڍي پياري

خُماريل نيڻن واري
توکي ماڻڻ خاطر
دُنيا تياڳيم ساري

خُماريل نيڻن واري
تو بن هو
جيون ڏاڍو ڀاري

خُماريل نيڻن واري
تُنهنجو وجود
ڄڻ گلاب ٽاري

خُماريل نيڻن واري
تو سنگ
دنيا ڏاڍي نياري

خُماريل نيڻن واري
تون ملينءَ تہ ڪُٽي
وڇوڙي جي رات ڪاري



## حِصار

ٿُنهنجي مُحبت جي
حِصار ۾
ائين قيد آهيان
جيئن اخباري ڪالم ۾
ڪا خَبَر.



## تُنهنجي ڪوشش اَجائي آهي

چا ڪو ڪڏهن
اُنهن پوپٽن کي
پَڪڙي سگهيو
جن جي پَرن تي
مُنهنجي ڏيهه جي
باغي شاعرن جا
گيت لکيل آهن!
نہ !!
اي قاتل!
تنهنجي ڪوشش اجائي آهي

۽

چا ڪو ڪڏهن سج کي
اُيرڻ کان آ
روڪي سگهيو
چا ڪو ڪڏهن سچ کي سنگهرون
آ پارائي سگهيو
نہ !!
اي مُورک!
ٺنهنجي ڪوشش اجائي آهي.



## بهتر حل

ٻئي جي خُون سان
هٿ رڱڻ
ٻئي جو گهر اُجاڙڻ کان
بهتر آ
اي قاتل!
اي رهزن!
پنهنجو انت آڻ.



## آسمان وارو

آسمان جون اَکيون
ڌرتيءَ تي
ڌرتيءَ وارن جو ڪوس ڏسي
ڌرتيءَ جي سيني ۾
سَنگينون کُپيل پَسي
ٿَڪجي پيون هُونديون
پر اجان شايد
آسمان وارو ٿَڪو ناهي.



## تُنهنجون ڳالهيون

ٿُنهنجون ڳالهيون
ٿُنهنجون ادائون
او جانب!
ائين
جيئن
مُنجهيل
سُٽ.



## هيڪلائپ

پنهنجو پاڻ
هُن کي اَرپي
پِيو سَهان
هِيڪلائپ جو
عَذاب.



## خُواهش

اڄُ
تہ
تُون
ءِ
مان
هڪ
پيرو
ٻيهر
مِلون
هميشہ
لاءِ
جُدا
ٿيڻ
لاءِ



پنهنجي اهڙي ڪا پريم ڪهاڻي
منزل جنهن ۾ ڪنهن نہ ماڻي

هي ننڊ سپنا، هي جاڳ سپنا
نہ ساييان ۾ ڪا روح جي راڻي

زندگي آ ڇڙ ڪا گهايل هرڻي
ڊوڙي ڊوڙي ٿي هارڻ آ ساڻي

جي تو ڪارڻ تا لُڙڪ ڪِرن
لوڪ لاءِ بس هي ڳل جو پاڻي

هو جيون شمع جهڙو پنهنجو
لاٽ بہ اڃي آهي هي اُجهاڻي



## وئشِيا

هُئي هُوءَ هڪ وئشِيا
پئسن بَدلي پَنهنجو پاڻ وِڪڻ
نہ چاهيندي بہ ٻئي لاءِ کِلڻ
هُيو جنهنجو ڪم
هُئي هوءَ هڪ وئشِيا
سَڄي رات ٻئي جي اِشارن تي
هَلندي رهي
کِلندي رهي
۽ هُو
سَندس سنگ مرمر جهڙو جسم
پَٽيندو رَهيو
سندس پنکڙين جهڙا لَبَ
چُمندو رُهيو
وئشِيا اندر ۾ لُڙڪ
لاڙِيندي رَهي
ٻن ٽَڪن لاءِ
سڀ سَهندي رهي
پَچندي رهي
پُرندي رهي
هئي هوءَ هڪ وئشِيا.



هاءِ الا! هي ڪي سارنگ
ناهي سانول مون سَنگ

گهنگهور گهٽا ڇائي آ
چاهت چوريا ڪيئي چَنگ

هي اندلٺ آهي يا صنم!
اُفق ڦهليا ٽُنهنجا رَنگ

مينهن وُٺي ٻہ آئي ڪانہ
کهڙا پِيس پيرن وَنگ

هر پل تصويرون تڪيان ويٺو
يادون هٽن تيون رڳو ڏنگ



## پهرين چُمي

سُورج جذهن ساگر سان
لانئون لَڏيون پئي
شَفق رنگ چوڌس
پَکڙيل هُئا
مُون تُنهنجو
ڪومل هٿ چُميو
مُنهنجا چَپَ
تُنهنجو هٿ
حَيا جي لالاڻ
تُنهنجي مُکَ تي آئي تَري

مُرڪي تو شَرمايو
پيار جو مُرڪ ۾
اظهار ڪيو
نينهن جو نِرمل
اقرار ڪيو
مُون ائين ڀانيو
دل جي اڃايل ڌرتيءَ تي
بادل برسيا
دل جهومي گيت ڳاتا
چاهت جا سُندر
ڪنول ٽِڙيا
پريت ڪي نئون موڙ مِليو
ورهيہ گذريا

پر اڄ بہ
مٿاس آ
مُنهنجي لبن تي
اُن پيار جي گهڙيءَ جي
پهرين چُميءَ جي.

◇

# تجريدي خُواب

اهڙو دور ڪڏهن ايندو
جڏهن
بندوق جي ناليءَ تي
زنگ چڙهندو

۽
انسان
بندوق ڦٽي ڪري
زيتون جُون ٽاريون
هَٿن ۾ جهليندو
جڏهن
اسان جا سِپئيَ چپ
امُن جا گيت جهونگاريندا
آڪاش مان
گُم ٿيل امنُ جا ڳيرا
ماڳن تي موٽندا
ساهه جڏهن نہ ڪوئي گهٽبو
گهايل تن نہ ڪوئي پَسبو
اهڙو دور ڪڏهن ايندو؟



## تُنهنجو خيال

سانت، چُپ چپات
رات آهي ڏاڍي گهري
موت جهڙي آهي ماٺ
مُنهنجون اکيون
پولارن ۾ تيون ٻٽڪن
سَپنن کان خالي اکَيون
آليون اکَيون
اوچتوئي اوچتو
ها اوچتو!
تُنهنجو خيال گهيري ويو تو
عَڪس تُنهنجو اکَين ۾
پيهي ويو تو
مَنَ اندر ۾ مانڌاڻ
سانت جو سِينو ڏَري تو
روشنيءَ جو چَمڪو
رات جو جيءُ جُهري تو
تُنهنجو خيال
وڻ ويڙهيءَ جيان
ويڙهي ويو تو.



ساز نہ کو سَنگيت
کير نہ کنھنجو مِيت

ڏنل دل واپس ورتڻ
ظالم زماني جي ريت

بازي عشق جي نياري
هار کي بہ سمجھ جيت

ڪوڙا آهِن دم دلاسا
ڪوڙي آهي هر پريت

چُپ چائڻ وينو آهين
ڳاءِ اج کو نئون گيت

◇

## گهر گهر باغي ڇمندا سائين

گهر گهر باغي ڇمندا سائين، ظالم نيٺ تہ پڇندا سائين
گهر گهر باغي ڇمندا سائين

نيٺ تہ اوچو ڪوٽ بہ ڪرندو ويس مٽائي دولهہ ورندو
بند اسانجا ٽٽندا سائين

ڪيئي گهر جلايَئي ظالم، رستن تي رت وهايئي ظالم
پلئہ توکان وٺندا سائين

ڪونڌر ڪيئي ڪُهايا تو هِن، ڪيڏا ڪِيسَ ڳمايا تو هِن
آڻ نہ تنهنجي مڃيندا سائين

گهاءُ ديس جا ويندا پرجي، دک سمورا ويندا مٽجي
ڦٽ اسانجا ڇٽندا سائين

ماڻهو ماڻهوءَ جو کاڄ آهي، اونداهيءَ جو بس راڄ آهي
سچ جا ڪرڻا ڦٽندا سائين
گهر گهر باغي ڇمندا سائين



## لولي

ٻُڌ ٺُون ٻچڙا مُنهنجي لولِي
جيئي سنڌڙي جيئي ٻولِي
لولي او لولي
شال جواني ماڻين سانول
دعا ڪري تي توکي آيل
لولي او لولي
ظلم پسي مُور نہ هنجان
ڏونگر ڏاڍ اڳيان ٽِجان
لولي او لولي
پنهنجن جي شل پاسي گهارين
سچ جا ڪيئي سج اڀارين
لولي او لولي
ويل نہ پنٽي تون ڪا وڃجان
ڏرتي تان سر گهوري ڇڏجان
لولي او لولي



## گُل جِيان تَڙيل دُعا

ٿُنهنجي جَمڻ جي ڏينهن تي
ڏيان توکي مُبارڪ
۽ مُنهنجي رُوح جا راڻا!
مُنهنجي لبن تي آ هر وقت
دُعا
مُنهنجي زندگيءَ جا
ڏينهڙا توکي مِلن
هر گام خُوشيون
تنهنجا قَدم چُمن
مُسڪراهٽون ٿُنهنجي ڳِلي لَڳَن
سُمورا دُک ٿُنهنجا
مُونکي مِلن.



## انجامِ عشق

پُڇيم
حُسن کان
عشق جو انجام
مُرڪي ڏنو حُسن
ڇَپائين
وَڏي وچ
شمع ڏانهن
ڏِس
پَرواني جو حال.



## تصوير

هُن جي اکين ۾
هُئي تصوير
مُنهنجي
جنهن ڪانسواءِ اڌُوري
زندگي مُنهنجي
هُن جي ڳالهين ۾ سنڌوءَ جي رواني
سراپو هن جو جهڙ پٽنائي جي وائي
خدا ڪيس بخشي دائمي خُوشيون
اسانجو مقدر زماني جون سختيون
سُڪونِ دل لاءِ ايترو ئي ڪافي
هُيس هُن جي سپنن جو ساٿي
هُن بہ مونکي چاهيو هو
پنهنجي دل ۾ وسايو هو.



غم ئي سچو يار الو ميان
غم ئي سچو يار
خوشيون چڻ جر تي قوتو
پريت نہ کو پيار الو ميان
غم ئي سچو يار
راهہ تڪي جن نہ تنهنجي
نيڻ اُهي وسار الو ميان
غم ئي سچو يار
پريم چڻ کو واءُ جُهوتو
رهيو نہ کو اعتبار الو ميان
غم ئي سچو يار
جنهن کي پسڻ لاءِ دل آتي
سا نہ کونج قطار الو ميان
غم ئي سچو يار
غم ئي سچو يار.



## مئہ جا پيالا

تنهنجا نيڻ مئہ جا پيالا
اُج ازل جي تا اُجھائن
جوت جيئڻ جي جاڳائن
آهن جيءُ جيارا
نيارا
خماريل نيڻ پيارا.
◇

## تون هلي آ پرين

ياد يار جي
آ رَتي[1] پار جي
ٿون هَلي آ مِٺا
ڏيان مان توکي مِٺي
ٿنهنجا بہ ڏينهن راتيون
تنها ٿا گذرن
جيئن ٿا گذرن مُنهنجا
آهون پريندي ڏينهڙا
آسن ۾ ڪٽجن راتيون
ٿون هلي آ پرين
ڪيون پريت باتيون
ٿون هلي آ پرين
ٿون هلي آ پرين.



---

[1] رتي: رتوديرو ضلع لاڙڪاڻي جو هڪ ڳوٺ

## تُنهنجو خيال

تُنهنجو
خَيال
مُون
لاءِ
آهي
تَڏڙي
هِير
سَمان.



مُون بن ڪيئن گهاريندو هُوندين
مُونکي مٿا تون سارينِدو هُوندين

سانوڻ راتيون ٿُون مان اڪيلا
نيٽن لڙڪ بہ لاڙيندو هُوندين

يت تي تنهنجي ڪانگ لَنوين
راه منهنجي نهاريندو هُوندين

هِڏڪي مُونکي آئي آ سانول
ٿُون ئي فقط سارينِدو هُوندين

مُونکي وِسارڻ خاطر سانول
خَطَ مُنهنجا ساڙيندو هُوندين



## ڪيفيت

برسات ۾ پُسڻ
ڪڌهن بہ مُونکي
ايترو پَسند ناهي آيو
جيترو
تو ساڻ
مُند جي پهرين
برسات ۾
پُسڻ.



## بدليل ماحول

تو بن
مُنهنجا ساجن
رستا ڪيڏا
سُنسان لڳن ٿا
وڻ ٽڻ ٻوٽا
حيران لڳن ٿا
تو بن
ماحول آهي بدليل
هَوا نہ ساڳي
هُڳاءُ نہ ساڳيو
درياهہ ۾ گجگوڙ نہ ساڳي
ڇاڻان تو
ها مان ڄاڻان تو
سيڪجهہ ائين ئي هوندو
جيئن
هميشہ هوندو آهي
پر او سانول
تو بن
ها تو بن
مونکي
سيڪجهہ بدليل ٿو ڀاسي.



## سبب تون آن

ڳُلن جي ھُبڪار جو سبب
تُون آن
گُلابن جي مَهڪار جو سبب
تُون آن
شَفق جي رنگيني
اندِ لَٺ رِيڪائن جو سبب
تُون آن
تُون جي ڪولين وار
رات ڪاري اچي
ڪٽي نيڻ نهارين تہ سوجهرو پَسجي
منهنجن ڏينهن ۽ رات جو سبب
تُون آن
تُون مون کان ڏُور سَهي
پر
منهنجن وهمن گمانن جو سبب
تُون آن
پر او سانول!
توسان هڪڙي ڳالهہ سَليان
مُنهنجي هيڪلائپ جو بہ سبب
تُون آن.



## اڻ ٻُڌل صدا

زندگي تو سِوا
ڪيڏي ڏُکي
او مِٺي
زندگي جَڙ
رات ڪاري
سپنن جو آ راڄ
چؤڌاري
زندگي اَڻ ٻُڌل ڪا صدا
زندگي رُڃ آ
زندگي سُڃ آ
زندگي سُنسان ڪنهن گهر مِثل
زندگي تو سِوا
بنان قرآن جي جڙ ڪو رَحل.



## آس جو ڏيئو

توکي جي اڇٽو آ تہ اڃ
اَڃان زندگي جو ڏِيئو
اُجھاٽو نہ آ
اڃان اکين ۾
جوت باقي آ
اڃان
مُنھنجون اداس اکيون
تُنھنجون راھون تڪين ٿيون
اڃان تُنھنجي اچڻ جون آسون
اندر ۾ جيئاري رکيون اٿم
اڃان بہ تُنھنجون
واٽون تَڪيان ٿو
راھون رُلان ٿو
ڏيئو آس جو ٻاري رکيو اٿم
اُنجي اُجھامڻ کان اڳ
اڙي او جانان!
توکي جي اڇٽو آ تہ اڃ.



## اڙي جانان

اسانجي سوچ
ٿون آهين
اسانجي لوچ
ٿون آهين
اسانجون خُوشيون
ڏُک ڏولاوا
تڙپڻ ۽ ڦٿڪڻ جو
اڙي جانان
سبب ٿون آهين
لبن تي غمناڪ مُرڪون
اڪيلائيءَ ۾ روئون ويٺا
هُجوم ۾ ڪوڪلا ٽهڪڙا
اسانجا سُور اُهي ساڳيا
اسانجا پُور اُهي ساڳيا
اُنهن سُورن ۽ پُورن جو
اڙي جانان

سبب ٿون آهين
اڪيلائي، تَنهائي
ويڳاڻپ، نِراسائي
ڀِنل اکيون سدا هر پل
اسان پوءِ بہ جيئون وينا
الائي ڇو جيئون وينا
ٿڪن پويان
لڪل سُڏڪا
ٻُڌي ٿو ڪير
او جانان
اَسانجا درد اُهي ساڳيا
لڳل دل کي جِهير بہ ساڳيا
انهن سُورن ۽ پُورن جو
اڙي جانان
سبب ٿون آهين
اسانجو
خواب بہ ٿون آهين
اسانجي ننڊ بہ ٿون آهين
اسانجي سُوچ جو
مَحوَر
فقط ٿون آهين
فقط ٿون آهين.



## تون ۾ مان

سمُونڊ ڪناري
تون ۾ مان
ساگر لهرون
هٿ ۾ هٿ
اکيون بند
شور هوا جو
تون ۾ مان
ڪيڏا خوش
زماني کان بيگانا
تون ۾ مان
سجَ سمونڊ کي پئي چميو
ڪيڏو دلڪش منظر هو
سورج، ساگر، سمونڊ ڪنارو
تون ۾ مان

منهنجا چپ
تنهنجا لَبَ
پيشاني بہ تنهنجي چميم
بادل گرجيو بجلي چمڪِي
پنهنجا نرمل نيڻ کٽي
چِتائي تو مون ڏانهن ڏنو
مرڪي تو ايترو چيو
”وڏو شرارتي آهين“
ياڪرين پئجي وياسين
تون ءِ مان
ياد ٿئي تو ئي چيو هو
هن جنم تہ چا
پر هر جنم
گڏ هونداسين
تون ءِ مان
اهي قول قرار ماضيءَ جو قصو ٿي ويا
تون بہ ڪنهن غير جي ٿي وئينءَ
پوءِ بہ هڪ وار اڄ
حال اندر جا ڪي اوريون
دل جي ڪا ڳالهہ چوريون
اڄ تہ سچي ٻُڌاءِ
ٻئي جي هٿ ۾ هٿ ڏئي
ٿون سمونڊ ڪناري
پسار ڪندي

ڪھڙن خيالن ۾
گم تي رھين
سمونڊ لھرون ڏسي
چو تون آڪاش ڏانھن تي تڪين
ھيڏانھن ھوڏانھن چا لاءِ تي نھارين
تون پلا ڪنھن کي تي ڳولھين
ياد تہ توکي ھوندو سَکي
اِھوئي سمونڊ ھيو
جنھن جي ڪناري تي
گڏجي ڪيچلون ڪندا ھُئاسون
تون ۽ مان
او پرين! منھنجا پرين!
سمونڊ پنھنجن موجن سندو
آھي ساڳيو
نيري گگن ۾ سج بہ
آھي ساڳيو
اڄ تہ دلين جو حال ٻڌايون
اڄ تہ ٻئي اقرار ڪيون
آھيون ويڳاڻا
ھڪبئي بنان
تون ۽ مان.



## آئون روئان ٿو

توکي ساري توکي پڪاري
آئون روئان ٿو
مينهن وسي ٿو
آئون لڪان ٿو
توکي خوابن ۾ ڏسان
توکي گلابن ۾ پسان
توکي ڇُهڻ لاءِ وڌان
توکي ڪين ڇُهي سگهان
سپنن کي ڪهڙي ساپيان
اکين مان آب وهي ٿو
آئون لڪان ٿو
توکي چاهيم، توکي ڳايم
گهڙي گهڙي گهاءُ رسي ٿو
آئون لڪان ٿو
خماريل خماريل نيڻ تنهنجا
تنهنجو سراپو منهنجو جياپو
پر،
منهنجي هٿ ۾ ناهي تنهنجي ريکا
پوءِ بہ وينو تو لاءِ سوچيان
آئون روئان ٿو
مينهن وسي ٿو
آئون لڪان ٿو.



## اڄ جو ٻار

جيڪو ٻار
بارود جي
ڍير مٿان ڄمندو
سو سياڻ
امن جي ڳالهه
ڪيئن ڪندو.



مِنا تون بہ هڪ وار پرچائڻ اچين ها
لڳل باھ من جي وسائڻ اچين ها

زندگي مُون سموري ڪئي توتان فدا
پيار ۾ تون بہ ڪجھہ لٽائڻ اچين ها

توکي سارينديٖ تا گُذرن صبح و شام
رات منهنجي بہ ڪا جرڪائڻ اچين ها

شل رهين خوش هميشہ جِت بہ هجين
آخري پيرو مُنهڙو تہ ڏيکارڻ اچين ها

ٿُون نہ آئين زندگي جي اج رات تي
ڳيل قول پنهنجا ڪي نڀائڻ اچين ها



## فسادي

اڻ ڏٺل جنت لاءِ
هُنن
منهنجي جنت کان وڌ
سهڻي ڌرتيءَ کي
جهنم بڻائي ڇڏيو.
◇

## هيڪلائيپ

انسانن جي
هيڏي ساري هُجوم ۾
ڪو به چهرو مُون لاءِ نه آ
ڪا به مُرڪ مُون لاءِ نه آ
فِضا ۾ وڪريل آ
غير مُلڪي پرفيوم جي مهڪ
ٻُڌان ٿو
خُوشين ڀرا ٺهڪ، هٿ ۾ ڏئي هٿ
هر راڻو پنهنجي مُومل سان
گُهمندو وتي، ڪلندو وتي
مُنهنجون بيقرار نظرون
توکي ٿيون ڳولهين
ڳولهي ڳولهي
ٿڪجي ٿيون پون
مُنهنجي هٿ ۾
ڪنهن مُومل بدران آ
اڌ دُکيل سگريٽ
سوچان ٿو لکان ڪو
نظم، گيت يا غزل
جنهن ۾ هُجين تون
رَچيل.



## آپگهاتي بمبار

اڳ جي آڪاٽين ۾
هڪڙو راڪاس هوندو هيو
راڪاس!
ظالم، وحشي، درندو
بربريت جي علامت
اڄ جي دور ۾
آڪاٽين وارو راڪاس
ڏسان پيو

اکين سان
جيڪو
آدم بوءِ آدم بوءِ
ڪندو وتي ٿو
ڪالهہ جو راڪاس
آکاٽي ۾ ڄمندو ءِ مرندو هيو
اڄ جو راڪاس
شهر، شهر
عبادتگاهن
هر گهٽيءَ ۾ گهيڙ تي
ڦاٿي ٿو
ڪيئي معصُومن کي
ڳڙڪائي ٿو
ڪيئي گهر اُجاڙي ٿو
مذهب، ٻولي، رنگ نسل
قوميت جي نالي ۾
هر هنڌ لهو وهائي ٿو
انسانيت کي شرمائي ٿو.


## اٽ واقف ناريءَ نالي

توکي ڄاڻان نہ سُڃاڻان
پر
جنھن ويل بہ
توڏانھن نھاريان
توکي پنھنجي ڪائي
گُم ٿيل
ڳوٺاڻي ڳولي.



## صليب

هر ڪنهن وٽ
پنهنجيون پنهنجيون درد ڪٿائون
من اندر ۾ ڪيئي صدائون
هت هر ڪو
پنهنجي اندر جا گهاوَ لڪايو
ڏکن جي صليب
پنهنجي ڪلهي تي کڻي هلي ٿو.



سياري جي آ رات او پيارا
مونکي تنهنجي تات او پيارا

تُنهنجون يادون ۽ تنهائي
روئي پيا جذبات او پيارا

قلم هٿ ۾ ذهن آ خالي
رُتل مونکان ڏات او پيارا

گُذري ڪيئن تو بن راتڙي
ڏُور اجان پِرِيات او پيارا

گھايو دل کي جن نگاهن
تن جي آ ڇا بات او پيارا

نيٺ ته ايندو پِرين در پيهي
ناهي پنهنجي مات او پيارا



## خُوش قِسمتي

پنهنجو نئون وَڳو پهري
مُنهنجي آڏو اچي
چَيائين
سُٺو آ؟
وراڻيم
خُوش قسمت آ
تُنهنجي ايترو
ويجهو آ.



## مان اجان ناهيان ٿَڪو

ٿون ۽ مان
هڪبئي جو ضد آهيون
ٿنهنجو منشور بم ڌماڪا
مُنهنجو مذهب امن جي ياشا
مان اجان ناهيان ٿَڪو
مان اجان ناهيان ڀڳو
توکي ڪائنر رهزن گيدي چوندي
مان اجان ناهيان ڊِنو
اي ڪائنر! تو جيڪا راند شروع ڪئي
راند جيڪا خُون جي، راند وحشي جُنون جي
مان اجان پيو ڀُوڳيان، پر مان اجان پيو جِيئان
ڪالهہ کان سَگهارو
ٿنهنجي گُمان کان وڌ
آهي منهنجو حوصلو
نہ فقط پيو جيئان
توتي او ڪائنر!
ٿوڪاري پيو جيئان
ٿنهنجو مُنهنجو فيصلو
وقت جي ٿياس تي ٿيٺو آ
جنهن تي تون ٿنگيل هوندين
۽ مُنهنجي هٿ ۾ هوندو تاريخ جو
بيرحم ڪوڙو.



## مِزاج مَتجي ويو

توکان پوءِ
اي جانِ جانان!
مُنهنجو مِزا ج مَتجي ويو
رابطو هر ڪنهن سان
واسطو متجي ويو.



## دهشتگرد

ٿُون!
مُرڪ کي ماري
مُرڪين ٿو
ٿُون!
سچ کي ماريہ
مُرڪين ٿو
سُونهن لتاڙي
مُرڪين ٿو
ٿُون!
گهر اُجاڙيہ
مُرڪين ٿو
ٿُنهنجي مُرڪ اجائي آ
اج ٿُون
پاڻ کي پل سمجهہ سُوپارو

جيئن
يزيد
حسينؑ ابنِ عليؑ
کي
ڪربلا جي ريگزار ۾
قتل ڪري
اھو سمجھيو تہ
ھُو ڪامياب ٿي ويو
پر تو ڏٺو
اي يزيدي سوچ جا اھڃاڻ
سچ ڪڏھن مرڻو ناھي
ظلم تاابد رھڻو ناھي
يزيد اڄ بہ
تاريخ جي ورقن ۾
لعنت جو آ حقدار
حسينؑ مظلوم
اڄ بہ
ڪروڙين دلين تي
ڪري پيو راڄ
مظلومِ ڪربلا
اڄ بہ آ
حريت جوعلمبدار.



## ياد اٿئي يا نہ!

پيار جون مڌر ملاقاتون
سُک جا ڏينهن
قرب جون راتيون
تنهنجي سوچن جو مرڪز هُئي
منهنجي ذات
توئي ڏني مونکي
لکڻ جي ڏات
برسات ۾ اوچتو تنهنجو
مونسان ملڻ
پاڻيءَ ۾ تنهنجو منهنجو
پُسڻ
لوڪ جون نظرون هيون
اسان ۾ کُتل
هُئاسين مگر
سڀ کان بيخبر
رُسڻ ۽ پرچڻ ۾

ايندو هو مزو
توکان وڇڙڻ جو
ڪڏهن سوچيو نہ هو
ياد تئي يا نہ
هڪ وار توئي چيو هو
زندگي آ تنهنجي امانت
پر هاڻ
الفت جون ڳالهيون
پريت ڪهاڻيون نہ رهيون
تُنهنجا گُلابي لبَ
جن جي مِناس
ڪڏهن تہ هُئي مُون ڪاڻ
هاڻ مُرڪن تا ڪنهن ٻئي ڪاڻ
تُنهنجو سراپو
مهڪندو هو فقط
مُون ڪاڻ
هاڻ اُن مان وني تو
ڪو ٻيو سُرهاڻ
تُنهنجي تنهائين جو ويو
ساٿي بدلجي
تُنهنجي تَصور سان اج بہ
گُذاريان تو رات.



اتر جو لڳو آ واءُ جاني
رُس نہ مونکان آءُ جاني

دل نہ کنهن ڳالهہ ريجهي
تنهنجو ئي سوداءُ جاني

محفلِ يار ۾ رهان ويڳاڻو
کونہ کيئي پرچاءُ جاني

شايد تون اچڻي آهين
ماحول ۾ اهڙو هُڳاءُ جاني

پوپٽ کي جيئن گُل پيارو
اهڙو آ توسان لڳاءُ جاني



## مايوسيءَ جو راڳ

ڌرتي ساهہ کڻڻ ڇڏي ڏنو آ
هن ڌرتيءَ کان
سُندر گيت
چاهت گيت
رُسي ويا آهن
مڌر گيتن بدران
گولين جا آواز
روشن صبح بدران
ڀات انڌيرو
گولين جا ڪڙڪات
بم ڌماڪا
آپگهاتي حملا
آه و زاري
هِتان جون
هِن ڏيهہ جون
ڀڪندڙ ميڪندڙ

شامون اداس آهن
ماڻهن ننڊ گِروي رکي آ
سُک، شانتيءِ امن جا
سپنا وڻڙ لاءِ
پر!
سپنن ۾ به
ڪلاشنڪوف جو برست
خودڪُش ڌماڪو
ڪيئي لاش
رت جون هوليون
خالي جھوليون
سپنن ۾ به ڇرڪ پون ٿا
امن جي ٻولي جھونگاريندڙ پَکي
ڏُور ڪنهن ٻئي پار
اُڏري وڃن ٿا
خوشين جا سپ
سازءِ سنگيت
ماٺ ۾ آهن
ڌرتيءَ تي هر هنڌ
پيلي رنگ جا گُل
ٽڙيل آهن
مايوسيءَ جي علامت بڻجي.



## وصل

مُنتشر مُنتشر
سمجهہ ۾ نہ ايندڙ
ڏينهن جي
خُوابن جيان
هُيو
ٽُنهنجو مُنهنجو وصل.



## اڄ ڪيون پيار

نہ ڪر انڪار
هلي آ هن پار

نفرتون ڀُلائي
اڄ ڪيون پيار

پنهنجن سان ڀلا
ڪهڙو آ تڪرار

مان ۽ تون تہ
هڪٻئي جا يار

ٻہ گهڙيون سهي
گڏ مُون سين گهار

ڏئي ديدار وچ
مُحبتي نہ مار



## من مندر جو ڀڳوان تون

تو مُرڪيو
مَنَ اندر ۾
مُون وڏا ٽَهڪ ڏِنا
گُل خوشين جا ڪيئي ٽِڙيا
تو ڪيو اظهار
توکي مونسان پِيار
انهيءَ اقرار
پريت کي نئون رنگ ڏنو
جيون کي نئون ڍنگ ڏنو
هاڻ نہ ڇَڏجان
مونکي اڪيلو
توٽي اچي
کهڙي بہ ويلَ
منهنجو دين ڌرم آن تون
جان تون، ايمان تون
منَ مندر جو
ڀڳوان تون.



مينهن تر تي وَسن
شال ميڙا مَچن

گُل ڪيئي ٽِڙن
لِيار وٽن ۾ پَچن

پَٽ جِن اَباڻا ڇڏيا
مُوٽي مارو اَچن

مورَ ٿهوڪا ڏين
ڍيلون ٿلنديون وٿَن

سنڌ سڄي وسي
ٿَرَ وسن ٻَرَ وسَن.



چار ئي پهر ٿنهنجي تات
تصويرن سان آهي بات

ورق ورق ۾ ٿون ئي ٿون
ڏاڍا ڏنگ هڻي تي ڏات

وڇوڙي وائي جُهونگاريان
هجي ڏينهن يا تونڙي رات

تو بنا رات ڪيسين رهڻي
ٿيندي مِلڻ جي نيٺ پرڀات

تنهنجن زلفن جو هان اسير
نہ گهرجي مونکي نجات

ڪورو ورق وجود آ منهنجو
تون ئي بخش ان کي ثبات



# جُرم

سوچ تي پهرا
لوچ تي پهرا
سَهميل سُڏڪيل
پَوتر جَذبا
حَوس پوڄاري
خُوشيون ماٽين
حَوس سان جيڪي
ناتو نڀائين
سي ئي مان هتي ٿا پائين
پريت پانڌيئڙا
روئن سُڏڪن
ڪوٺ وڏا
حِصار تن تي
جذبن تي جن جي
ظالم پهرا
حَوس پرست هن دنيا ۾
پيار ڪان وڌ
گُناهہ نہ ڪوئي
پِيار ئي ڏوهي
پِيار ئي ڏوهي.



## دل جو وارڊ

نفرت، بُغض، نَفسانفسي
موهه لاءِ تہ
ڪُجهہ بہ ڪونهي
پوءِ بہ نہ ڄاڻان
جيءُ ڏاڍو پيارو
ساهہ ڏاڍو پيارو
موت سان ويڙهہ
بي معنيٰ جيون ڪارڻ
سوين وسيلا
ڪجهہ ڏينهن وڌيڪ
جيئڻ جا حيلا
دل جو سُور رهڻ نہ ڏي
مسيحا عَدم ڏي اُسرڻ نہ ڏي
دانهن ٿئي ٿي
ڊوڙ قدمن جي
آڪسيجن ماسڪ
اليڪٽرڪ ڪرنٽ
سيني تي ڌڪ
تدبيرون بيڪار
پکي ڪري ٿو پرواز.



## پيار

پِيار
ابهم ٻالڪ جي
مُرڪ جيان
معصوم
پيار
ڪنهن ڪنواريءَ جي
سپنن جِيان
سُندر ۽ پَوتر

پيار
ڪنهن ڳوُرهاريءَ جي
لوڙ جيان
پيار
سنڌوءَ جي
ڇولين جيان
پيار
چنڊ آ
چانڊاڻ آ
پيار
پنهنجن سپنن جي
ساپيان
ها پر جڳ
نانگ جِيان
جڻ رَقيب جي
سانگ جِيان
جِت شيطان ڪيئي
جِت بُهتان ڪيئي.
◇

## جي اچين تون

من مُنهنجو
تر واريا سو
سُڪل ٿوٺ اجايل ڏرتي
خيالن جي واري
اُڏامي چوڌاري
تُنهنجي يادن جون لُڪون
جيءُ منهنجو سارُي وجهن ٿيون
چڙ تہ ڪائي اُمارُي ٻري ٿي
من منهنجو
تر واريا سو

جنهن ۾ ڪائي
ٻيل ٽلي تي
مور نَچي تو
لُڏڪ لاڙي مات ڪري تو
من مُنهنجو
تر واريا سو
جيڪر جي اچين ٿُون
اي جانِ جان
اي سانول
دل جي
تراين ۽ ڍورن تي
خوشين جي ڪا
وڏ ڦڙي برسات وسي
مينهوڳي ۾
ٿُون ۽ مان
وچوڙي جا ڏهاڳ سارا
تياڳي ڇڏيون.



## مونکي ئي ساريو هوندءِ

سرخ گلابن جي موسم ۾
تون اڪيلي باغن ۾
جنهن وقت ويئي هوندينءَ
گل ڪو پٽيو هوندءِ
پريمي ڪي ڏٺا هوندءِ
ٺهڪڙا بہ ٻڌا هوندءِ
اکين لڙڪ لاڙيا هوندءِ
مونکي ئي ساريو هوندءِ
ڪويل ڪوڪ ٻڌي سڪي
چرڪ بہ پريو هوندءِ

هيڏانهن هوڏانهن نهاري
هيڪلو پاڻ کي ڏِسي
مونکي ئي ساريو هوندءِ
تلڪ جي چاڙهي تي
چام شوري جي المنظر تي
جڏهن بہ تون ويئي هوندينءَ
درياهہ ۾ پير پُسايا هوندءِ
مونکي ئي ساريو هوندءِ
ٻيڙيءَ ۾ جڏهن بہ تو
ڪي پريمي ڏٺا هوندا
اکيون بند ڪري پنهنجون
مونکي ئي ساريو هوندءِ
تنهائي يا هجومِ ياران
محفلون ٺهڪڙا
چپ چپ تون رهندي هوندينءَ
ڪنهن جي حال پڇيو هوندءِ
ڪوڙي مرڪ لبن تي آڻي
مونکي ئي ساريو هوندءِ
مونکي ئي ساريو هوندءِ.



## مُحبت اجان بہ باقي آهي

ٿون اکيون پوري
مُونکي سارجان
جيڪڏهن
مُونکي ساريندي
ٿُنهنجا نيڻَ، آلا ٿي وَڃن
ڳوڙها ڳلن تي، لهي اَچن
ٿون پنهنجو مُک، وِهاڻي ۾ لِڪائي
سُڏڪا ڀرڻ لڳين
ٿُنهنجي نبض جي رفتار
تيز ٿي وَڃي
پُراڻيون يادون، ذهن ٿُنهنجي جي
ڪينواس تي
اُڀري اَچن
تہ ڄاڻي وٺجان
ڏُور هوندي بہ
ٿُنهنجي دل جي
ڪنهن پاسي ۾
منهنجو عَڪسُ رهي ٿو
جيئاري جيڪا رکي آ مُون
سا مُحبت
اجان بہ باقي آهي.



## اي ڪاش

ڪاش!
تو کي بہ
ڪو
رُلائي وجي آ
جيئن آهي تو
مونکي رُلايو
مُون جِيان
هجين ها تُون بہ
دردن جي مسافر
هڪبئي سان
حال سَليون ها
بہ چار وِڪُون
گڏ هلُون ها.



## پاڳل ڪوئَل

ڪوئل ڪُوڪي
مُنهنجو جيءُ جُهري
ڪنهن لاءِ سوچي ٿي
ڇا لاءِ لوچي ٿي
شايد پنهنجي پرينءَ لاءِ
پاڳل ڪوئل!
وَيل بہ ڳنڍهن
آيا واپس.



## پرارٿنا

پِيارين جي
مُحبت جو جام
چَڙهن کي
پريت جا خُمار مون کي
ٽُهنجن ساگر نيڻن منجهه
لُڙهي جي وَيجان
اچي پوءِ کو
قرار مُونکي.



## اسان ئي آهُيون

اسان ئي آهيون
دَردَن جا پَيامبر
سُورن صليبون
اسانجن ڪُلهن تي
اسان ئي آهيون
پنهنجن جا گهايل
اسان تي الزام
مُحبتن جو مڙهيل
جَڳ ساري سان
پِيار ڪرڻ جو
اسان ڪي ظالم!

نِوائي نہ سگھندين
ڪري ڏس ڪوشش
جُهڪائي نہ سگھندين
اسان ڪِرت پنهنجي ۾
ڪاريگر آهيون
سُڏڪي سُڏڪي
ڪلڻ بہ ڄاڻون
ٽانڊن تي مُرڪي
هلڻ بہ ڄاڻون
اسان ئي آهيون
سُقراط اڄوڪا
پنهنجي هٿن سان
زهر پيالو
اندر ۾ اوتي
هميشہ لاءِ
جيئڻ بہ ڄاڻون
اسان ئي آهيون!
گهاٽي ۾ پيڙهجي
بلاول جي سُنت ڪي
جيئارڻ وارا
ٻي ڏوها ڦاهيءَ تي لٽڪي
ابد تائين توڪي

اي ڪانئر!
وائڪو ڪرڻ وارا
اسان محبتن جا سفير آهيون
پَري جهول گلن جا
محبتن لاءِ
در در
وڃڻ
رُلڻ نہ ڄاڻون
اسان کي تون ڪڏهن
متائي نہ سگهندين
ڳالهہ پنهنجيءَ تان
هٽائي نہ سگهندين
اسان جنم جنم
وري اچون ٿا
اسان عشق جي بازيءَ تي
پنهنجو سيڪجهہ
لُٽائڻ بہ ڄاڻون
محبتن جي ياڪر ۾
ساهہ ۽ سٺُ
ڏيڻ بہ ڄاڻون
نفرتن جي مُنهن ۾ ٺُوڪاري
پيار ونڊيندي
جيئڻ بہ ڄاڻون

اسان ئي آهيون
مردِ قلندر
منصور ۽ سرمد جا
همرِ عَصر
هوشو ۽ هيمون جا ساٿي
اسان ئي آهيون
دولهه ۽ دودي سان
هم رَڪاب
ڪري ڏس ڪوشش
مگر اي ڪانئر
اسان تنهنجن چالن کان
واقف آهيون
اسان توکي سڃاڻون ازل کان
اسان کي ڪڏهن تون
ماري نہ سگهندين
اسان ئي آهيون
اسان ئي آهيون
مَري
وري
وَرڻ بہ ڄاڻون!



## هُوءَ

هُوءَ
ڪيئي سال اڳ
منهنجي دنيا مان
وئي هلي
پر
مان چاڪيان
هُوءَ
مون کان
وسري ئي نٿي.



## اي خُدا

اي خُدا!
اي عالمين جا ربَ
مشرق ۽ مغرب جا ربَ
مُنهنجا ربَ
ٿنهنجي عطا ڪيل زندگيءَ کي
خَتم ڪرڻ جو حَق
اڻ ڏٺل ڏسائڻ کان ايندڙ
نامعلوم گوليءَ کي
ڪنهن ڏنو؟



## خام خِيالي

روڊن تي، رستن تي
شهر شهر
آدم مٽان
آپگهاتي حملا
خون وهي ٿو
آهون، دانهون
گهر گهر مان لاش ڪڇن ٿا
مان پنهنجو پاڻ کي
پنهنجي گهر ۾
قيد ڪري
اهو سمجهان ٿو
ته
مان محفوظ آهيان!



## انساني لھو

هَر فرقہ بندي کان
مَسلڪي ڳالھين کان
رنگ ۽ نسل کان
ڪنھنجو بہ هُجي
انسان جو لَھُو
مُقدس آهي
اُنھن سيني ڳالھين کان
جِن کي نادان
حُجتَ ناهي
ناحق خُون وَهائي ٿو
حقيقت ۾
خالق کي رَنجائي ٿو.
◇

## مون کي هُوءَ ساري چو ٿي

مُون کي نہ ٻُڌاءِ!
مُون کي نہ سمجهاءِ
اي منهنجا ناصح!
ڄاڻان ٿو مان ڄاڻان ٿو
جيڪا مُنهنجي ڪارڻ
لُڇندي هئي
جنهن جون اکيون
محفل ۾ فقط
مون کي پسڻ لاءِ
هيڏانهن هوڏانهن
ڊوڙنديون هيون
جيڪا ڪلاڪن جا ڪلاڪ مونسان
اندر جا حال ويهي اورينديي هئي
جنهن جي چپن جي مٺاس سان
مان پنهنجي اندر جي ڪوڙاڻ
ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هيس
جنهن جي سَراپي جي خوشبو
هُوندي هُئي مون ڪاڻ
سا اپسرا

ڪنهن غير جي ٿي ويئي
اي ناصح!
مون کي خبر آ
هُن جي لبن تي هارڻ آهي
ڪنهن ٻئي جو نالو
مُرڪ هُن جي آهي
ڪنهن ٻئي ڪارڻ
هُن جي گيتن جا سازَ
ويا مٽجي
تنهائين ۾ هُن جو ساٿي آ
ويو بدلجي
هُن جون راتيون
ٿيون گذرن اُن سان
جنهن کي هُن
پنهنجو چاتو هيو
پر
اي ناصح!
مون کي فقط اِهو سمجهاءِ
ٻئي سان گڏ هُوندي
سَرد راتين ۾
ٻئي جي ياڪُرن ۾
مونکي هُو ساري ڇو ٿي!
◇

## توبہِ

توبِہ
منهنجي ڪين سَري
اکڙيون پُرنم
توبِہ
جِيون سارو
درد ڳتا
خُوشيون رُخصت
هُجوم ۾ يانيان اڪيلو
تنهائي ڏَنگ هَڻي ٿي
جاڳَ ۾ تُنهنجي تات
ننڊ ۾ بہ چرڪ پَون ٿا
خوشيون هيون
واءُ جو جُهوٽو
جَرَ تي ڦوٽو
سُورن وايون
جُهونگاريان ويٺو
آهيان اڪيلو
توبِہ.



## اڄ جا دانشور

اَڄ جا دانشور
نالي جا فلاسفر
ڪلف لڳل ڪپڙا پهري
ٽي وي جي پروگرامن ۾
وڏا وڏا ڪن ٿا بحث مُباحثا
اسٽيج تي تقريرن جا تماشا
ڏيهه ۽ ڏيهين ڪي ساري
اکين لُڙڪ جن تي آندا
پنهنجي گهر جي
ايئر ڪنڊيشنڊ ڊرائنگ روم ۾
انگريزي شراب جون چُسڪيون ڀرينديءَ
وَڏا وَڏا ٿا ٽَهڪ لڳائن
اوچتو ڪنهن دانشور جي
موبائيل جي اسڪرين روشن ٿِئي ٿي
گهنٽي وڄي ٿي
هيلو!
دانشور جو مُنهن لهي وڃي ٿو
سائين!
توروڳالهائڻو پوي ٿو
اسانجي مجبوري سَمجهو
عوام کي خُوش به ڪرڻو آهي
باقي جيئن اوهان جو حُڪم.



ريل جي ڇڪ ڇڪ
توکان ڏور ٿيندو وڃان
دل جي ڌڪ ڌڪ

اڄ جو انسان
سِڪي ان ڳٺي لاءِ
ڏي نہ ڀڳوان

سُورن واريون
پنهنجا پنهنجا
پِرين ساريون

لوڪ سَمورو سُتل
جُون جو جهولو
پيار ميڙو مَتل

هُوءَ جا آئي
انڌاري دل ۾
تي پئي سُهائي

او سهڻي
اورتي آ
من مهڻي

پنهنجا چپڙا کول
چو آهين خاموش
ڪجهه تہ ٻول

چهرو چڙ گلاب
شرم منجهان
آيل تنهن تي آب



## پينُو چوڪري

پينُو چوڪري
ڦُٽ پاٿ تي ويهي
پنهنجي روئندڙ ٻار کي
بُک سَتايل ٻار کي
پنهنجو ڦاٽل
گهگهو مٿي ڪري
ڇاتيءَ سان لڳائي
سندس بُکايل پيٽ ڀري ٿي
لوڪ جون
حَريص نَظرون
هُن جي جوان اُرهن مٿان
ڪُپجي وڃن ٿيون

حريص نظرون
قاتل گهَگهَي جي دَرزُن مان
ليئا پائيندڙ جِسم کي
گگ ڳاڙيندي پيون تکين
جهڙوڪ هن جو ماس
پيون پٽِين
هُن کي
اَنهن وحشين جي
ڪا پرواهه نہ آ
هُوءَ تنهن وقت
صرف ماءُ آ
جيڪا
کير جي رُوپ مَنجهہ
ٻار اندر
مَمتا اوتيندي
چِڳڙون ڏيندي
پنهنجي ٻار کي
پيار مان
عجب چاهه مان
تَڪي رهي آ.



## افسوس

لکين سج اُڀريا
نہ اُڀريو ڪڏهن
سُک جو سورجِ
هن ڏيهہ مٿان
سنڌ مٿان.



رُٺل ها جيڪي، سي يار پرچيا
پنهنجا پرچيا ۽ اَغيار پرچيا

تو مُرڪيو زندگي مُرڪي پئي
مُظطرب زندگي جا قرار پرچيا

چمن تي خزان هو ديرو ڄمايو
ٽُنهنجي اچڻ سان بهار پرچيا

جي بہ رُٺا ها، مون ڪان سُک
پرچيا تہ تنهنجيءَ نِهار پرچيا

تو سواءِ هو بي رنگ جيون
تو سنگ جيون جا نکار پرچيا



## زنده رهندي سنڌ مهان

جوڌا سنڌ جا ڳسندا رهندا
سُوريءَ جو ڏسُ پُڇندا رهندا
ڌرتيءَ کي ڏيندا سِر جو دان
زنده رهندي سنڌ مهان

ترخان ڪيئي هِت ارغُون آيا
ظالمن ظلم ڪيئي ڪمايا
رهيو نہ رَهزنن ڪوئي نِشان
رهندي زنده سنڌ مهان

ڌرتيءَ ۾ آ پنهنجو وِشواس
ٿياسين نہ ڪڏهن پاڻ نراس
وِيچارن ۾ ڄُو وينو آن انسان
رهندي زنده سنڌ مهان

ڌرتيءَ تي جو خون وَهيو آ
چشمن سان سو اسان چُميو آ
مرڻ ماتا لاءِ اسان جو شان
رهندي زنده سنڌ مهان
رهندي زنده سنڌ مهان



ٻہ شعر

ماٺھو اُداسيءَ جو سَبب معلوم تا ڪن
لڙڪ جن لاءَ لڙن پرين سي نہ پُڇن

-

پل تہ مُحبتن جو ذِڪر عام ٿِئي
تُنھنجي خيال ۾ زِندگي تَمام ٿِئي



## زندگي!

زندگيءَ کي تہ آ گذرڻو
تو سِوا
گُذري ئي ويندي
نِبري ئي ويندي
پر!
او غَم ڏيڻ وارا
جيڪڏهن
هيءَ زندگي
تو ساڻ
تُنهنجي ورونهن ۾
گُذري ها
ڪيڏي نہ سُندر
هجي ها.



## يزيد!

ڪالهہ هُيو هڪڙو
اڄ
سمونڊ ڪنارن ڪان
جبلن جي وادين تائين
ڦهليل آهن ڪيئي
يزيد!



## ڪارو رنگ!

ذهن جي ڪئنواس تي
مون ڪيئي نقش چٽيا
غور ڪرڻ تي سُڌ پئي
انهن سيني منجهه
هڪڙو ئي رنگ نمايان هو
ڪارو رنگ!
درد جي علامت.



ننڊ سپنا جاڳ سپنا [شاعري]

عرفان قادري



هي انهن ڏينهن جي ڳالھ آهي جڏهن اسان نوان نوان ساماٽا ٿي رهيا هئاسون ۽ دنيا جا رنگ ڏسي ڪڏهن حيران ته وري ڪڏهن پريشان ٿيندا هئاسين. لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو هيو ۽ ته اپسرائن جو محل، جتي پانت پانت جون حورون اچي گڏ ٿينديون هيون ۽ هيڏانهن اسين ڳوٺن مان نڪتل ڳِگ ڳاڙيندڙ پيا ڪين ڏسندا هُئاسين. اِها جيڪا نهار هُئي، انهي ڪنهن کي شاعر ته ڪنهن کي ڪهاڻيڪار بڻائي ڇڏيو.

عرفان قادري ڳوٺ ڪان آيل ته ڪونه هيو پر سندس عاشقيءَ واري جس کي مهميز ايل. ايم. سي ۾ مِلي.

عرفان خوبصورت اکين جو عاشق. چهرو پوءِ پهريان اک ڏسندو اک وٽي ته واھ واھ ٿي ويندي. پر جيڪڏهن اک ۾ اها چڪ ۽ ڪشش ناهي ته پوءِ چهرو ڀلي ڪيترو به ملوڪ چو نه هجي عرفان کي متاثر ڪري نه سگهندو. عرفان لاءِ هڪ ڳالھ پڪ سان ڪري سگهان ٿو ته هُو اُن دؤر ۾ ڪهاڻيون خوب لکندو هيو جيڪي مختلف ادبي ميگزينن ۾ ڇپجنديون هيون. عرفان کي ڏسندي ڏسندي مون لکڻ شروع ڪيو. مون لکڻ جي شروعات شاعري سان ڪئي ۽ عرفان جي لکڻ جي ابتدا ڪهاڻين سان ٿي. هاڻي معاملو انجي ابتڙ آهي. عرفان جي شاعري جو ڪتاب اچي رهيو آهي جڏهن ته منهنجي ڪهاڻين جو ڪتاب اچي چڪو آهي. ڪهاڻين ڪانپوءِ عرفان شاعري ۾ به طبع آزمائي ڪئي. اهڙيءَ طرح ڪهاڻين ۽ مضمونن سان گڏوگڏ عرفان جي شاعري به اخبارن ۽ رسالن ذريعي منظر عام تي اچڻ لڳي.

لکڻ لاءِ بنيادي محرڪ عشق آهي ۽ اُن عشق ۾ وري نِدرت آهي ته پوءِ قلم جي نوڪ به جيئن پوءِ تيئن تيز ٿيندي وڃي ٿي. هاڻ جڏهن پنجاھ جي پيٽي ۾ هلندي پيار جا جام ميسر آهن ته ائين ٿو لڳي ته دنيا ۾ هر مرض جو علاج صرف محبت آهي. دلبر جي چائنٽ کي چمڻ جو مطلب محبت جي سمورن خزانن جو مزو ماڻڻ ۽ عرفان جي شاعري ۾ اها سرشاري موجود آهي تڏهن ئي هُو جيون ۾ ڪيترا ئي درد برداشت ڪندي، اڃان به نوبنو لڳو پيو آهي.

ڊاڪٽر منظور قادر

ISBN: 978-969-9329-76-0

Rs. 200-00



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَڻَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوائ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَڻَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَڻَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَڻَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَڻَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَڻَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَئَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَئَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)